# ٻه اکر

پيارا پريميوا هي توهان جي هٿ ۾ جيڪو ننڍڙو پستڪ "سماڌن جا سنت" سماڌن جي سوکڙي نمبر 5 سرڳواسي سيٺ ڪلياڻ داس جي ياد ۾ آهي. انهي کان اڳ ٻه سماڌن جي سوکڙي جا (۴) ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. اهي سڀ اپڪار اسان جا سرومٽي سنت، داني دياوان، شوجي مورتي ستگرو سائين شو پڇن صاحب جن جا آهن

هن ڪتاب ۾ پهريائين ارپڻ پتر ڪانپوءِ "گرو مهما" جو ٽاپڪ آهي. جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته انسان لاءِ ستگرو ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟ ۽ ٻيا جيڪي سوال ٻه اسان جي ذهينن ۾ اچ ڪلهه اٿن ٿا انهن سڀين جا جواب آهن جنهن مان اسان کي گهڻو لاڀ ملندو ۽ ٻيو "سماڌا آشرم "جي پنجن ئي پانشاهين جي جيوني ۽ انهن جي صفت ۾ ڪجهه پڇن ٻه آهن جيڪي اسان لاءِ لاڀدائڪ آهن

**شيوا ۾ سائين جو داس**



# هندو ڌرم سکيا

## سنت ڪنور رام

## شيوا منڊل پاڪستان


ٽرسٽ ڪنور [illegible] مينشن
[illegible] ڪراچي.

Ph:- 227031 - 225703
210149

سماپدڪ :- وشا رام ڀائي آنند رام
Ph:- 210168



پيڪا: 6/= روپيه

# سنت ڪنور رام شيوا منڊل پاڪستان

# ڪراچي

## ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ميمبر

۰۱ شري ڀڳوانداس چاولہ.
۰۲ شري شنڪرلعل ڏاوائي.
۰۳ شري هيمراج ورما.
۰۴ شري وشا رام ڀائي آنند رام ٿاروائي.
۰۵ شري نانڪ رام.
۰۶ شري ٽيڪچند ڪيٽپال.
۰۷ شري وشن داس لنڊ.
۰۸ شري اندر لعل.
۰۹ شري ڀرت لعل ڪيٽپال.
۱۰. شري واشديو گوالاڻي.
۱۱. شري ڪنعيا لعل ڳاٻا.
۱۲. شري پرمانند.
۱۳. شري گلاب راءِ.
۱۴. شري واڌو مل.
۱۵. شري جيئند ڪمار.
۱۶. شري گهنشام داس.
۱۷. شري کيمچند.
۱۸. شري خوبچند.

# وشيه سوچي



پوڄين ڪوهه پٿر، تون ڇريا ڇيتن ڪي ڇڏي،
جنهين ساڌن سنت ڪيا، تنهنجي ڪر نظر،
ساڪي ڀولي سڀ ۾، تو ويا ڀڪ ڇراڇر،
سامي اڄر امر، ڇڏي پوڄ ۾ پند ڪي۔

# مهاڳ

اسان وٽ ڌرمي ڪتابن جي اڻاٺ هجڻ سبب ٻارن جو ڌرم ڏانهن لاڙو بلڪل گهٽ آهي. ٻارن لاءِ ڌرمي سکيا جي ڪتابن جي بيحد ضرورت آهي. هي ننڍڙو پستڪ "هندو ڌرم سکيا" خاص ڪري شاگردن لاءِ ناهيو ويو آهي، جنهن انهن ۾ هندو ڌرم جي ڄاڻ پوي. هي ڪتاب چئن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. (١) هندو ڌرم (٢) رامايڻ (٣) مهاڀارت (٤) نت نيم. هن ۾ نمبر وار جواب جي صورت ۾ معلومات ڏني وئي آهي جنهن ٻار سولائي سان سمجهي ياد ڪري سگهن. نت نيم واري حصي ۾ روزانه پرارٿنا ڪرڻ لاءِ سنڌيا جا منتر معني سان ۽ ٻيا منتر ڀڄن ۽ جپ صاحب جون پنج پؤڙيون معني سان ڏنل آهن جيئن ٻار ۽ وڏا روزانه نت نيم پورو ڪري سگهن.

سان شري جڳديش راڻي ۽ شري ڪجومل وڪيل جو بيحد ٿورائتو آهيان جن پنهنجو ڪافي وقت ڏيئي هن ڪتاب جي تياري ۾ مدد ڪئي. هي اسان جو پهريون ڪتاب آهي، جيڪڏهين ودوان پنهنجن شڀ ويچارن کان اسان کي واقف ڪندا ته سندن نيڪ صلاح کي ايندڙ پستڪن ۾ پيش ڪيو ويندو.

سنت ڪنو رام شيوا منڊل پاڪستان ڪراچي جو هي پهريون پستڪ اوهان جي هٿن ۾ آهي. اميد ته پسند ايندو. هي ادارو بنا ڪنهن نفعي جي ڌرمي ڪتاب اوهانجي شيوا ۾ پيش ڪري ٿو ۽ مالڪ جي ڪرم ۽ اوهانجي سهڪار سان اڳتي به اهو سلسلو جاري رهندو.

شيوا ۾

وشارام - ڀائي آنند رام ڏاروا ڙي

# هندو ڌرم

١. هندو ڌرم جو اصل نالو آهي سناتن ڌرم، سناتن جي معنيٰ آهي اننت ۽ انادي يعني ازلي و ابدي، هي هن سنسار سان گڏ قائم ٿيو آهي ۽ هن سان گڏ قائم رهندو. ڌرم پوري ڪائنات جو آڌار آهي. ڌرم انسان کي اونداهي مان روشنيءَ ۾ آڻي ٿو.

٢. لفظ ڌرم وسيع معنيٰ رکي ٿو. لفظ ڌرم جي معنيٰ آهي سهارو ڏيندڙ. سناتن ڌرم ڪنهن طبقي يا قوم يا صرف انسانيت لاءِ ناهي. هي ڪل ڪائنات جو ڌرم يا فلسفو آهي، بلڪ خود پرماتما جو آهي، ڇاڪاڻ ته پرماتما جي انيڪ نالن ۾ سناتن به سندس هڪ نالو آهي. لفظ ڌر معنيٰ آهي جهلڻ.

٣. هندو ڌرم ايڏو ته وسيع آهي جو هن کي وصف جو چوديواريءَ ۾ قيد نٿو ڪري سگهجي. تنهن ڪري هن جون انيڪ وصفون چيل آهن. پدشنتر مطابق ”ڌرم جو راز دل جي غار ۾ لڪل آهي.“ منيءَ ڪڻاد مطابق ”ڌرم اهو آهي جيڪو هن جهان ۾ توڙي هن بعد سهارو ڏئي.“ گهڻين وصفن جو تعلق سداچار يعني اخلاقيات سان آهي.

٤. هندو ڌرم جو باني خود پرماتما آهي. رشي منين هن ڌرم کي ڇاڻي دنيا جي ڀلائي واسطي هن جو پرچار ڪيو آهي. اهو پرچار آئينده به از خود جاري رهندو.

٥. هندو ڌرم جا بنيادي شاستر يعني ڪتاب ”ويد“ آهن جيڪي چار آهن يعني رگ ويد، يجر ويد، سام ويد ۽ اٿرو ويد. اهي ڪتابي صورت ۾ ڪونه هئا. البت انهن جون سکيائون بعد ۾ ڪتابي صورت ۾ آنديون ويون آهن. دراصل هر هڪ انسان جو پنهنجو (ضمير) چيتن بذات خود ويدن جو ڀنڊار آهي، تنهن ڪري سو ڪيم ويد ڪونجي ٿو.

٦. هندو ڌرم جا ويدن کان علاوه ٻيا ڪيترائي شاستر آهن جهڙوڪ آيوَيد، اپنيشد، ويدانگ، درشن، سمرتيون، پراڻ، آپ پراڻ، مهاڀارت، رامائڻ وغيره. انهن سڀني ۾ ويد وديا کي آسان ڪري سمجهايو ويو آهي.

٧. ويدن جا مکيه ٻه حصا آهن يعني ڪرم آپاسنا ڪانڊ ۽ گيان ڪانڊ. ڪرم ۽ آپاسنا ڪانڊ ۾ ڪرم ۽ پوڄا جا طريقا ٻڌايل آهن. گيان ڪانڊ کي ويدانت يعني ويد جو انت ڪوٺيل آهي، اهو علم اپنيشدن ۾ ڄاڻايل آهي. گيان ڪانڊ ۾ جاندارن، ڪائنات ۽ پرماتما جي راز تي تعليم ڏنل آهي.

٨. اپنيشد ١١٨٠ آهن، جن مان ١٠٨ دستياب آهن، تن مان ١٢ اپنيشد وڏيڪ اهم آهن. اُهي آهن: ايشاواسيه، ڪين، ڪٺ، پرشن، منڊڪ، مانڊوڪيه، ائتريه، تئترِيه ڇندوگيه، برهه دارڻڪ، ڪوشتيڪي ۽ سويتا سويتر.

٩. ويدن جا ڇهه انگ آهن: شڪشيا، وياڪرڻ، ڇند، نرڪت، ڪلپ ۽ جيوتش.

١٠. آيور ويد، گندرو ويد، ارٿ ويد ۽ ڌنر ويد چار آپ ويد آهن.

١١. سمرتيون ڪافي آهن تن مان مکيه آهن: منو، ياگيه ولڪيه، پراسر، وشڻو، دڪش، سام ورت، وياس، هاريت، ست تپ، وششٺ، يم، اپس تمب، گوتم، ديول، سنک لکت، اُوسن، اتري ۽ سونڪ.

١٢. شپٽ درشن يعني ٦ مڪتب فڪر (Six Sehool of ..ougt) آهن. نيايه، وئشيشڪ، سانکيه، راج يوگ، اُتر ميمانسا ۽ پورو ميمانسا، يعني ڇهه فلسفه.

١٣. گيتائون ٻه انيڪ آهن تن سڀني ۾ اهم آهي، شريمد ڀڳوت گيتا، ڇند ٻيون گيتائون آهن اشٽاوڪر گيتا، اوڌو گيتا، نارد گيتا، وياڌ گيتا، شو گيتا، گرو گيتا، رام گيتا، ستيه گيتا، پڪشو گيتا، گووند گيتا، ڪنڪ گيتا، اٺو گيتا وغيره.

١٤. شريمد ڀڳوت گيتا ۾ راج يوگ، اُپنشدن ۽ برهم وديا جو سار يعني تت ڏنل آهي.

١٥. ڇهه درشن ۾ دويت، وششٽ ادويت ۽ ادويت جو علم آهي.

١٦. رامائڻ ۾ ڪرم، اُپاسنا، ڀڳتي، يوگ ۽ گيان جو علم ڄاڻايل آهي.

١٧. مهاڀارت کي پنجون ويد به ڪوٺيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته هن ۾ سناتن ڌرم کي تفصيل سان سمجهايل آهي.

١٨. ڌرم کي مختلف حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، جهڙوڪ ورڻا شرم ڌرم، سو ڌرم، ڳڳ ڌرم، مانو ڌرم، ڪل ڌرم، استري ڌرم، پرش ڌرم، راج ڌرم، پرجا ڌرم، پرورتي ڌرم، نورتي ڌرم، آپد ڌرم وغيره وغيره. هتي ڌرم مان مراد آهي مذهبي ۽ سماجي فرائض.

١٩. برهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر چار ورڻ آهن. ڪرمن مطابق هر ڪنهن جو ورڻ سڃاڻي سگهبو آهي. يعني پيدائشي طور ڪنهن جو ڪوبه ورڻ ڪونهي. ورڻ سماجي ڍانچي کي بيهارڻ لاءِ ٺاهيا ويا.

٢٠. انسان جي زندگي کي چئن حصن ۾ ورهايل چار اشرم آهن: (١) برهم چريه (٢) گرهست (٣) وان پرسٿ (٤) سنياس. هن ڪائنات ۾ ٨٤ لک قسمن جا جاندار آهن، تن مان مکيه آهي انسان، ڇاڪاڻ ته ٻين جسمن ۾ جاندار صرف ڪرمن جا ڦل ڀوڳيندا آهن پر منش ديهه ۾ نوان ڪرم به ڪري سگهبا آهن. انسان ئي جنم مرڻ جي چڪر مان نجات (مڪتي) حاصل ڪري سگهي ٿو.

٢٢. سناتن ڌرم مطابق مڪتي مارگ يعني جنم مرڻ کان نجات جا رستا آهن ڪرم يوگ، ڀڳتي يوگ، راج يوگ ۽ گيان يوگ.

٢٣. پرماتما جيڪو نرگڻ ۽ نراڪار آهي، سو هن سنسار ۾ ڌرم

ڪي نئين سر قائم ڪرڻ لاءِ سگهي ۽ ساڪار روپ ڌارڻ ڪندو آهي، جنهن کي اسين اوتار ڪوٺيندا آهيون. پرماتما هن ڪان اڳ نو دفعا اوتار وٺي چڪو آهي، اهي آهن ڪڇ، مڇ، وراهه، نر شينهن، وامن پرسرام، رام، ڪرشن ۽ ٻوڌ اوتار، ڪل يگ ۾ پرماتما نهڪلنڪي نالي سان اوتار وٺندو.

۲۴. پرماتما هڪ آهي. هندو هن کي ڪنهن ڪان الڳ رکي ادويت يعني non-dual "ٻه نه" سڏيندا آهن. ايڪو اونڪار.

۲۵. ديوتا ٻن قسمن جا آهن. پهريان ديوتا آهن. اندر، وايو، يمراج، اگني، سوريه، چندرما، برهما، وشنو، گڻيش، شو، لڪشمي، سرسوتي، ڪالي وغيره وغيره. اهي پرماتما کان الڳ ناهن، پر بذات خود پرماتما جي ڪن خوبين جا مختلف نالا آهن. ديوتائن جو ٻيو قسم آهن ديو لوڪ جا باشنده، اهي بيشمار آهن ڪي ۳۳ ڪروڙ چون ٿا ته ڪي ۵۶ ڪروڙ، اهي هڪ قسم جا جاندار آهن ۽ جنم مرڻ جي چڪر کان آجا نه آهن. هڪ الڳ مخلوق آهي.

۲۶. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، مد ۽ متسريه ۶ وڪار آهن، جيڪي مڪتي مارگ ۾ انسان لاءِ رڪاوٽون پيدا ڪن ٿا. ۽ انسان جي تباهي جو ڪارڻ آهن.

۲۷. ڀڳتي جا نو قسم چيل آهن: سمرن، شرون، ڪيرتن، ارچن، وندن، پڪ سيون، داسيه، سکيه ۽ آتم نويدن، هن کي ملائي نوڌا ڀڳتي ڪوٺبو آهي.

۲۸. راج يوگ کي اشٽانگ يوگ به سڏبو آهي. هن جا ۸ مرحلا آهن: يم، نيم، آسڻ، پراڻا يام، پرتهار، ڌارڻ، ڌيان ۽ سماڌي.

۲۹. گيان يوگ جا مرحلا آهن: وويڪ، وئراڳ، شٽ سمپتي، مموکشتوا، شرون، منن، نديڌياسن ۽ مهاواڪيه جو گيان.

اهي ڀڳتي يوگ، راج يوگ ۽ گيان يوگ جا مختلف ڏاڪا، طريقا ۽ قسم آهن جن جي ذريعي منزل تي پهچي سگهجي ٿو.

۳۰. ڪرم يوگ جا مرحلا آهن چت شدّي ، مَن شدّي ۽ انتهڪرڻ شدّي .

۳۱. پران ، اپان ، سمان ، اُدان ۽ ويان پنج وايو يا پران آهن ، جيڪي انسان جي سرير ۾ آهن .

۳۲. انساني جسم اندر ۷۲۰۰۰ ناڙيون آهن جن مان مکيه آهن . اڙا ، پنگلا ۽ ششرمنا .

۳۳. ٻني جي ڪرنگهي ۾ ست سو کيم چڪر آهن : مول ڌار ، سوادشٺان ، منيپور ، انهت وشد ، گيان ۽ سهسرار .

۳۴. مول ڌار چڪر ۾ ساڍا ٽي وڪڙن واري ناگ شڪتي آهي جنهن کي ڪنڊلني چئبو آهي .

۳۵. يڪتي مارگ جون ڪتيون آهن : سابوجيہ ، ساميپہ ، سروپيتہ ۽ سالوڪيہ .

۳۶. گيان مارگ جون مکيہ سماڌيون آهن سويڪلپ سماڌي ۽ نروڪلپ سماڌي .

۳۷. بندو ، ناد ۽ ڪلا سان منبر شڪتي ظاهر ٿيندي آهي .

۳۸. موکش ، مڪتي ، سماڌي يا ترِيہ جي معنيٰ آهي جنم مرڻ کان نجات ، پرماتما کي پائڻ .

۳۹. راگ ۽ دويش يعني موهہ ۽ نفرت مَن جا ڌرم آهن . جمڻ ۽ مرڻ جسم جا ڌرم آهن . سڪلپ ۽ وڪلپ من جا ڪرم آهن . نشچئہ بڌي جو ڪرم آهي . چت جو ڪرم آهي سمرن ڪرڻ .

۴۰. ورتيون ٽي آهن : چت ورتي ، انتهڪرڻ ورتي ۽ برهمڪار ورتي .

۴۱. اوم ، اونڪار يا پرڻو برهم اکشر آهي . برهم جو بج منتر آهي .

۴۲. راجا جنڪ ڪرم يوگي هو ، نارد ڀڳت ۽ ڪاڪ ڀشنڊي مهايوگي .

۴۳. هر ڌارمڪ چرچا کان اول ”اوم“ نہ اُچارڻ سان اها اڌارمڪ ٿي ويندي ۽ آخر ۾ اوم نہ اُچارڻ سان اها وسري ويندي.

۴۴. اُپنيشدڻ، برهم سوتر ۽ گيتا کي ملائي پرستان، يدين سڏبو آهي.

۴۵. پنهنجي ڌرم جو هر ڪرم بنا لالچ جي ڪرڻ کي نشڪام ڪرم سڏبو آهي.

۴۶. يڪتي جو مکيہ قسم آهي انيہ يڪتي يا پرا يڪتي يا شرڌا گت، اها اوچي منزل جي يڪتي آهي.

۴۷. چار اوستائون يا حالتون آهن: جاگرت، سوپن، ششو پت ۽ تريا.

۴۸. جسم يا سرير جا قسم آهن: ستول، سوڪيم، ڪارڻ ۽ مها ڪارڻ.

۴۹. سنڌياڻون ٽي آهن: پراتھ ڪال، مڌيہ ڪال ۽ سانيہ ڪال.

۵۰. پرڪرتي جا گڻ آهن ستو، رجو ۽ تمو، مول اوديا، پرڌان شڪتي، مها مايا ۾ پنچ وغيره پرڪرتي جا ٻيا نالا آهن.

۵۱. هي مادي جگت آڪاش، وايو، اگني، جل ۽ پرٿوي پنج مها ڀوتن جي ٺهيل آهي.

۵۲. پرماتما کي اسين انهي ڪري نٿا ڏسي سگهو جو هو اسان کي پاڻ کان بہ وڌيڪ نزديڪ آهي ۽ هن کي ڏسڻ لاءِ بہ عام اکيون بيڪار آهي. اندر جي روشني کپي.

۵۳. هر انسان اندر ٻہ قوتون آهن: ديوي سمپت ۽ اسري سمپت.

۵۴. جاپ جي ٽي قسم آهن: ڪيرتن، اُپامسو ۽ مانسڪ.

۵۵. سنچت، پرارٻڌ ۽ آگامي اهي ٽن قسمن جا ڦل ڏيندڙ ڪرم آهن.

۵۶. ڪرم جي فلسفي مان مراد آهي. هر ڪرم جي پنيان ڪونہ ڪو سبب ضرور هوندو آهي ۽ هر ڪرم ڦل ضرور ڏيندو آهي.

٥٧. انسان جو سڀاو يعني فطرت ناهي ۾ هن جي سنسڪارن جو وڏو دخل ٿئي ٿو.

٥٨. ڪنهن به ڪم ۾ ڪاميابي لاءِ شرڌا، وشواس ۽ نشچيہ جو هجڻ ضروري آهي.

٥٩. "يٿا پنڊي، تٿا برهمانڊي." يعني انسان جو جسم ڪل ڪائنات (Universe) جو هڪ ماڊل آهي.

٦٠. دان، تپ ۽ يگيہ، انهن ڪرمن جو تياگ اصل نہ ڪجي.

٦١. گرو جي معنيٰ آهي انڌڪار دور ڪرڻ وارو. انسان پنهنجيون خاميون پاڻ نٿو سڃاڻي سگهي. تنهنڪري هندو ڌرم ۾ گرو لازمي قرار ڏنل آهي. جيڪو آتم گيان ڏيئي اونده مان ڪڍي.

٦٢. جنم جا طريقا يعني آڪار آهن: پنڊج، انڊج، سويدج ۽ اد ڀج، سڀ ساهوارا ڪنهن طريقي پيدا ٿين ٿا.

٦٣. ٨٤ لک جوڻيون هن ريت آهن: ٩ لک جلڌر، (پاڻي ۾ رهندڙ) ٢٧ لک ستاور، ١١ لک ڪرم، ١٠ لک پکي، ٢٣ لک چوپايا، ٤ لک منک مطلب ڪل ڪائنات جي جاندارن جا قسم.

٦٤. ست آدي رشي آهن. ڪشيپ، اتري، وشسٽ، وشوا متر ڀر دواج، جمد گني ۽ گوتم.

٦٥. مورتي پوڄا بت پرستي هرگز ڪانهي. هڪ عام انسان کي ڀڳوان جي پوڄا لاءِ ڪنهن ظاهري ذريعي جي ضرورت هوندي آهي، سا ڀڳوان جي مورتي مان پوري ٿيندي آهي. ڪجهہ عرصي بعد جڏهن اها مورتي دل ۾ سمائجي ويندي آهي تڏهن ٻاهرين مورتي جي اهميت ختم ٿيو وڃي ٿي. آهستي آهستي انسان نرگڻ ۽ نراڪار جي ڌيان ۾ پختو ٿي ويندو آهي ۽ دل واري مورتي جي بہ پوءِ اهميت نٿي رهي. در اصل اهي سڀ آخري منزل تي پهچڻ جا لازمي مرحلا آهن. خود ڀڳوان شري رامچندر بہ شِو لنگ جي پوڄا ڪئي. دنيا ۾ ڏسبو تہ پرماتما جي پوڄا لاءِ مختلف قسمن جا ظاهري آڌار هر انسان استعمال ڪري ٿو.

٦٥. سرگ انسان جي منزل ناهي، انسان جي منزل آهي موکش يعني جنم مرڻ جي بندن کان ڇوٽڪارو- ۽ پرماتما سان ملڻ.

٦٦. هي ڪل ڪائنات پرماتما کنهن بي شي مان نہ ناهي آهي، بر حدود پرماتما جو پنهنجوئي ڦهلاءُ آهي، پرماتما پنهنجي مرضي سان هي ڦهلاءُ ظاهر ڪري ٿو ۽ پنهنجي ئي مرضي سان ڇڪي پاڻ ۾ ڪري ٿو. جيڪي بہ جاندار توڙي غير جاندار آهن، تن سڀني ۾ پرماتما جي شڪتي موجود رهي ٿي.

٦٧. هندو ڌرم ۾ استرين کي پُرشن (مردن) کان بہ وڌو درجو ڏنل آهي. استري کي "ارڌانگي" يعني پرش (مرد) جو اڌ شرير چيل آهي. استري مول سرؤ ڌرمھء يعني سڀني ڌرمن جو بنياد اِستري آهي، استري کان سواءِ پرش ڪنياڊان، يگيہ وغيره بہ نتو ڪري سگهي.

٦٨ هندن ۾ انيڪ ناريون مهاتما ۽ ڌرماتما ٿي گذريون آهن. اهليل ڪوشليا سيتا، دميتي، دروپدي، آسفويا، ميران بائي اچ بہ ڳائجن ٿيون.

٦٩ بالڪن ۾ شڪديو، ڌرو، پرهلاد ۽ نام ديو سنت ٿي گذريا آهن

٧٠ اسان جي اتهاس ۾ انيڪ اهڙيون ڳالهيون آهن، جن تائين اڄ جي سائنس اڃا ڪانہ پهتي آهي. لڪشمڻ سچ تي تير ڇڏيو. هنومان هوا ۾ اڏامندو هو. نارد سڀني لوڪن ۾ گهمندو رهندو آهي. ارجن وٽ پاشو پت نالي هڪ اهڙي شڪتي هئي جنهن جا پل پر ۾ پوري دنيا کي ناس ڪري سگهندي هئي. ڪارتڪ ٽيسٽ ٽيوب بيبي آهي. رامشورم پل سمنڊ تي ٺهيل هئي. وغيره وغيره.

٧١. جيڪڏهن ڪرم جو ڦل نہ هجي تہ دنيا اندر سڀ انسان هڪ جهڙا هجن. پر هت نہ ڪي سکيا ۽ ڪي اگها، ڪي امير تہ ڪي غريب آهن. وغيره وغيره. جهڙا ڪما ڪرم تهڙا انهندا سنسڪار تهڙو ملندو جنم.

٧٢. دنيا ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙا بہ واقعا ٿيا آهن جو ڪنهن

انسان پنهنجي گذريل جنم جون رنـده ثابتيون به پوش ڪيون آهن • پر جنم هاڻ هڪ مڃيل حقيقت تي چڪي آهي • مطلب هي آتما يا روح ٻيو جسم وٺندي آهي •

٧٣• اها هندو ڌرم جي پنهنجي خوبي آهي جو ايترو قديم هوندي به اڄ تائين ترو تازو آهي •

٧٤• هندو ڌرم مطابق مڪتي واسطي هر انسان کي ڪجهه سوالن جا جواب پنهنجو پاڻ ڳاڻي انهن تـي عمل ڪرڻو آهـي • يعني مان ڪٿان آيو آهيان، مان ڪير آهيان، مونکي ڇا ڪرڻو آهي ۽ مونکي ڪيڏانهن وڃڻو آهي، منهنجي ڀلائي ڇا ۾ آهي؟

٧٥• هندو ڌرم سيڪاري ٿو : ماتر ديوو ڀـو ، پتر ديوو ڀو ، اتٿي ديوو ڀو ، (يعني ماتا، پتا ۽ گرو ديو آهن)•

٧٦• هندو ڌرم نه صرف انسان سان محبت سيڪاري ٿو • پـر هر جاندار سان به ، اهنسا پرمو ڌرمه •

٧٧• برهم چريه ورت ۽ پتي پتني ڪان صرف هندوئي واقف آهن•

٧٨• هندن جا تهوار به انيڪ قسمن جا آهن، جن مان هر ڪنهن کي آنند ملي ٿو •

٧٩• هندن ۾ ورت يا اپواس به انيڪ قسمن جا آهن، تن ۾ آپاسنا سان گڏ پرايشچت به شامل آهي •

٨٠• سناتـن ڌرم ۾ الڳ الڳ فـرقن ۾ مختلف عقيدا ۽ فلسفا ، رسم رواج ۽ پوڄا پاٺ جي طريقن جـي باوجود هڪ اعليٰ خوبي اها آهي جو سڀ فرقن وارا پاڻ ۾ وير ڀاو نٿا رکن، هڪ فـرقي وارا ٻـي فـرقي وارن کـي ڌرم کان خارج نٿا ڪن ، پـر پريم ۽ احترام سان پنهنجي پنهنجي ڌارمڪ رستي تي هلي مختلف ندين وانگر وهي هڪ پرماتما روپي سمنڊ ۾ وڃي ملن ٿا •

# سري رامچندر

۱. **شري رامچندر** ڀڳوان وشڻو جو ستون اوتار هو، جيڪو ترِيتا يگ ۾ ظاهر ٿيو هو.

۲. شري رامچندر جي اوتار وٺڻ جا انيڪ ڪارڻ هئا. راوڻ-ڪنڀ ڪرڻ سميت راڪششن کي ختم ڪرڻ، نارد مني جو سراپ سچو ڪرڻ ۽ سيمپو منو ۽ ستروپا کي ڏنل وردان پورو ڪرڻ. سيمپو ۽ ستروپا ٻئي جنم ۾ راجا دسرت ۽ ڪوشليا ٿيا.

۳. ڀڳوان جي جلد اوتار ڌارڻ لاءِ، راوڻ رشين جا يگيه بگاڙيا، تنهن ڪري ديوتائون بڪ مرڻ لڳا ۽ اهي برهما کي ساڻ ڪري ڀڳوان وشڻو وٽ ويا ته هو اوتار وٺي راڪششن کي ختم ڪري.

۴. جڏهن ڀڳوان وشڻو ديوتائن کي اوتار ڌارڻ جو وچن ڏنو، تڏهن برهما جي صلاح سان اهي سڀ ديوتا باندر ۽ رڇ ٿي پيدا ٿيا. جن رام کي راوڻ سان جنگ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

۵. شري رامچندر جي خاندان کي **سوريه ونس**، اڪشوا ڪل ۽ **رگهوڪل** به سڏبو آهي. چاڪاڻ ته سوريه جو پٽ هو منو، تنهن جو پٽ هو اڪشواڪو. رام جو شجرو اڪشواڪو سان ملي ٿو. رامچندر جي پتا جو نالو راجا دسرت هو.

۶. **راجا دسرت** جون ٽي رائيون هيون، **ڪؤشليا، سمترا ۽ ڪيڪئي**، هو ايوڌيا جو راجا هو.

۷. راجا دسرت جا چار پٽ **رام، لڪشمڻ، ڀرت ۽ شترو گهن** هئا.

۸. راجا دسرت جو راج گرو هو گرو وششٽ.

۹. جڏهن رامچندر جي عمر ۱۸ سال ٿي، تڏهن رشي **وشوامتر** هن ۽ لڪشمڻ کي راڪشسن کي مارڻ لاءِ بن ۾ ڪوني ويو، جاڪاڻ تہ راڪشش انهن کي گهڻو تنگ ڪندا هئا.

۱۰. شري رامچندر ۽ لڪشمڻ وشوامتر سان وڃي **تاڙڪا** ۽ **سباهو** راڪششن کي ماريو ۽ **ماريچ** راڪشش کي زخمي ڪري ڀڄائي ڪڍيو.

۱۱. شري رامچندر جي پير ڇهڻ سان گوتم رشي جي سراپ سان پٿر ۾ تبديل ٿيل هن جي زال **اهليا** واپس زنده ٿي ۽ بعد ۾ پتي جي لوڪ ۾ هلي ويئي.

۱۲. راوڻ کي هڪ **ڌنش مهاديو** کان بہ مليو هو، جيڪو وشنو ڀڳوان جي سيائپ سبب متيلا نگري ۾ ئي رهجي ويو. راجا جنڪ هن کي ڪٺائي پنهنجي محل اندر رکيو. اهو بيحد وزني هو. پر سيتا هن کي اڪيلي سِر کڻي ويندي هئي. تنهن ڪري راجا جنڪ اهو فيصلو ڪيو تہ سيتا جي شادي اهڙي شخص سان ڪئي ويندي، جيڪو انهي ڌنش کي ٽوڙي سگهندو.

۱۳. وشوامتر شري رامچندر ۽ لڪشمڻ کي سيتا جي سويمور ۾ شرڪت لاءِ جنڪ پوري ڪوني ويو، جتي شري رام مهاديو جو ڌنش ڀڃي سيتا کي حاصل ڪيو.

۱۴. راجا جنڪ نہ صرف سيتا کي رام سان پرڻائي، پر پنهنجون بہ ڀائٽيون هر هڪ پرت ۽ شتروگهن کي پرڻائي ڏنيون ۽ پنهنجي ڌي آرملا جي شادي لڪشمڻ سان ڪئي.

آرملا لڪشمڻ جي زال هئي، مانڊوي پرت جي ۽ شرتي ڪيرتي شتروگهن جي (ڪش ڪيتور جنڪ جو ڀاءُ هو).

۱۵. **پرسرام** بہ ڀڳوان وشنو جو اوتار هو، جنهن جي پيءُ جو نالو هو رشي جمد گني.

۱۶. پرسرام هڪ ڪهاڙي سان ۲۱ دفعا ڪتري راجائن کان راج ڪسي برهمڻن کي ڏنو.

۰۱۷ سهسر باهو جيڪو سدرشن چڪر جو اوتار هو، تنهن جو کهنڊ پرسرام سندس ٻانهون وڍي ختم ڪيو.

۰۱۸ جنهن وقت شري رامچندر راجا جنڪ جي دربار ۾ مهاديو جو ڌنش ٽوڙيو، تنهن وقت پرسرام به آتي آيو ۽ شري رامچندر کي پنهنجون چارئي ڪلائون ڏيئي، پاڻ سنياس اختيار ڪيو.

۰۱۹ دسرٿ کي **شرونڻ ڪمار** جي ماتا پتا سراپ ڏنو هو ته هن جو موت سندس پٽ جي وڇوڙي سبب ٿيندو.

۰۲۰ دسرٿ هڪ ڀيري **ڪيڪئي** کي وچن ڏنو هو ته هو سندس کي ٻه ٻه فرمائشون (وچن) پوريون ڪندو.

۰۲۱ دسرٿ جڏهن شري رامچندر کي راڄ تلڪ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو، تڏهن هن جي راڻي ڪيڪئي کيس ڏنل **وچن** ياد ڏياري فرمائش ڪئي ته رام کي ۱۴ **سال** بنواس (ملڪ بدر يعني جهنگل ۾ موڪلڻ ڪيو وڃي) ۽ ڀرت کي راڄ تلڪ ڏنو وڃي.

۰۲۲ شري رامچندر سان گڏ بنواس ۾ لڪشمڻ ۽ سيتا به هليا.

۰۲۳ شري رامچندر ۽ ڀرت جو پاڻ ۾ پيار بي مثال هو. جڏهن رامچندر واپس ايوڌيا موٽڻ کان انڪار ڪيو تڏهن ڀرت هن جون **چاکڙيون** آڻي سنگهاسن تي رکيون ۽ پاڻ بنواسي ٿي رام جي پاران حڪومت هلائيندو، رام جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

(پادڪا - چاکڙي - کڙاءُ)

۰۲۴ بنواس جي دوران شري رامچندر انيڪ رشين جي آشرمن جي ياترا ڪئي جن ۾ **آتري ۽ والميڪ** مکيه آهن.

۰۲۵ بنواس جي دوران شري رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا، اتري مني جي آشرم ۾ به ويا هئا، جتي اتري مني جي زال **ستي انوسويا** سيتاجي کي ناري ڌرم جي مهما ٻڌائي.

٢٦. گنگا ندي پار ڪرڻ مهل شري رامچندر، ٻيڙي واري **ڪيوٽ** راڄ جي گذريل جنم جي ڪامنا، هن جي هٿان پنهنجا چرڻ ڌوئاري پوري ڪئي. ڪيوٽ گذريل جنم ۾ هڪ ڪمي هو، جنهن ڀڳوان نارائڻ جي چرڻن کي ڇهڻ تي چاهيو، پر لڪشمي هن کي هٽ سان پري ڪڍي ڇڏيو هو.

٢٧. بنواس جي دوران شري رامچندر ڀهرين چتر ڪوٽ تي رهيا، تنهن بعد پنج وٽي ۾ ۽ اُن بعد ڪشڪندا نگري جي ٻاهران.

٢٨. شري رامچندر جڏهن چتر ڪوٽ انهي ڪري ڇڏيو جو اُتي بيشمار ماڻهو اچي رهڻ لڳا هئا ۽ چترڪوٽ بنواس جي بجاءِ هڪ آبادي تي چڪو هو.

٢٩. **راوڻ** لنڪا جو راجا هو. هن جي پيءُ جو نالو هو وشروا ۽ ڏاڏي جو نالو هو رشي پلستيہ جيڪو برهما جو پٽ هو. راوڻ جي ماءُ جو نالو هو ڪيڪسي ۽ ناني جو نالو هو سومالي راڪش.

٣٠. راوڻ جا ڀائر هئا **ڪنڀ** ڪرڻ ۽ **وڀيڪشڻ** ۽ ڀيڻ هئي **شورپڻکا**. ڪٻير ماٽيلو ڀاءُ هو.

٣١. **مندودري** راوڻ جي زال هئي. هن جو پي هو ميہ دانوَ ۽ ماءُ هئي هيما اپسرا.

٣٢. راوڻ ۽ ڪنڀ ڪرڻ، جئه ۽ وجئه جو اوتار هئا. لڪشمڻ شيش ناگ جو، سيتا لڪشمي جو.

٣٣. ڪنڀ ڪرڻ جي زال هئي وجر جوالا ۽ وڀيڪشڻ جي زال هئي سرما.

٣٤. ڪنڀ ڪرڻ جي معنيٰ آهي ُمٽ جيڏا ڪن. هي ديو قامت جسم هو.

٣٥. **ميگهه ناد** جڏهن وقت بادلن جي گجگوڙ وانگر رنو، تنهن ڪري ميگهه ناد نالو رکيو ويو.

٣٦. ميگهه ناد جي زال **سلوچنا**، واسوڪي ناگ جي ڌيءُ هئي.

۳۷. راوڻ رشين کان ڏيل طلب ڪئي. اُنهن پنهنجي رت سان هڪ دلو ڀري ڏنو، جيڪو راوڻ مٿيلا نگري ۾ دفن ڪيو. زمين کيڙيندي دلو ٻاهر نڪتو، جنهن مان هڪ ڪنيا پيدا ٿي. جيڪا اتي جي راجا **جنڪ** پالي ۽ هن جو نالو **سيتا** رکيو. سيتا لفظ جي معنيٰ آهي هرجي ڦار يا کهوبو هن جي ٻي معنيٰ آهي زمين تي هر سان ڪيڏيل لڪير (اوڙي).

۳۸. راوڻ، ڪنڀ ڪرڻ ۽ ويڀيڪشڻ ٽنهي، هزارين سال ڪٺن تپشيا ڪئي هئي، تنهن ڪري کين برهما کان وردان به مليا هئا.

۳۹. راوڻ کي وردان مليو ته هو انسان ۽ باندرن کان علاوه ٻين جي هٿان ڪونه مرندو. ڪنڀ ڪرڻ کي وردان مليو ته هو ٦ مهينا ننڊ ۾ رهندو ۽ ٦ مهينا جاڳندو رهندو. ويڀيڪشڻ کي ڀڳوان جي ڀڪتي جو وردان مليو.

۴۰. چاڪاڻ ته ڪيڪسي اولاد لاءِ وشروا وٽ گهور سنڌيا وقت ويئي هئي، تنهن ڪري کيس راڪشش اولاد پيدا ٿيو. پر وشروا جي دعا سان کيس هڪ ڌرماتما پٽ به پيدا ٿيو.

۴۱. راوڻ، ڪنڀ ڪرڻ توڙي ميگهه ناد باوجود ظالم راڪشش جي گياني پرش هئا.

۴۲. راوڻ کي اڳيئي خبر هئي ته راجا دسرٿ کي رام نالي پٽ ٿيندو، جيڪو هن کي ماريندو.

۴۳. راوڻ سوچيو هو ته لنڪا جي چوطرف واري سمنڊ جي پاڻي ۾ تبديل ڪندو ۽ لنڪا ۾ هڪ اهڙي ڏاڪڻ لڳائيندو، جيڪا سرگ تائين پهچائيندي. سون ۾ سڳند پيدا ڪندو.

۴۴. راوڻ سوچيو ته، ڪرم، ڀڪتي، گيان ۽ راج يوگ بيحد ڪٺن آهن، هن لاءِ پاڻ سميت پنهنجي پوري قوم کي فوراً مڪتي ونءِ ڏيڻ جو واحد ذريعو هو ڀڳوان سان دشمني رکڻ ۽ هن جي هٿان مرڻ.

۴۵. پنج وٽــي ۾ راوڻ جي ڀيڻ **شورپڻکا** اچي رام ۽ لڪشمڻ کي ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ چيو. انهن جــي انڪار تي هن سيتا تــي حملو ڪيو، تنهن ڪري لڪشمڻ سندس نڪ ۽ چپ وڍي ڇڏيا.

۴۶. شورپڻکا جي بي عــزتي جو بدلو وٺڻ لاءِ **کر ۽ دوشڻ** راڪشش ۱۴ هــزار فــوج سان شري رامچندر تــي حملو آور ٿيا، پــر اڪيلي شري رامچندر انهن کي ماري ڇڏيو.

۴۷. کر ۽ دوشڻ جــي مارجي وڃڻ بعد، شورپڻکا پنهنجي ڀاءُ **راوڻ** وٽ وڃي فرياد ڪيو، تنهن تــي راوڻ سيتا کــي اغوا ڪرڻ جو فيصلو ڪري ماريچ وٽ پهتو.

۴۸. **ماريچ جادوگر** هــو. هو ڪنهن بـــه ٻي جــو روپ وٺي سگهندو هــو. راوڻ کيس حڪم ڪيو تــه مــاريچ **سون جو هرڻ** بنجي ڪنهن بہ طريقي سان رام ۽ لڪشمڻ کي سيتا کان پري ڪوٺي وڃي. راوڻ کي اها خبر هئي تــه هو رام يا لڪشمڻ کــي لڙائي ۾ جيتي ڪونه سگهندو.

۴۹. ماريچ بـــه گياني هو، تنهن ڪري هن بجاءِ راوڻ جي هٿان مرڻ جي ڀڳوان جــي هٿان مرڻ کي بهتر ڄاتو، راوڻ جــو حڪم مڃيو.

۵۰. ماريچ سون جو هــرڻ بنجي رام جــي ڪٽيا اڳيان ڪڏڻ لڳو. سيتا، رام کي عرض ڪيو تہ هو انهي هرڻ کي جهلي اچي. تنهن ڪري رام، سيتا کي لڪشمڻ جــي نگراني ۾ ڇڏي هرڻ جي ڪڍ لڳو.

۵۱. شري رامچندر جڏهن هــرڻ کــي جهلي نــه سگهيو تــڏهن هڪڙو تير ڇوڙيو جيڪو لڳنديئي ماياوي هرڻ بدلجي ماريچ ٿي پيو ۽ رام جي آواز ۾ لڪشمڻ کي مدد لاءِ پڪاريندو مري ويو.

۵۲. شري رامچندر ماريچ کان پڇيو هو تــه هــو رشين کي ڇو ماريندو آهي، تنهن تي ماريچ وراڻيو تہ اهو سندس سو ڌرم آهي. تنهن

تـي رام چيو تـہ برابر، پـر منهنجو سو ڏرم هن جـي اُبتڙ آهي يعني رشين کي بچائڻ ۽ راڪشش کي مارڻ.

۵۳. ماريچ جي رام جي آواز ۾ لڪشمڻ کي مدد جي پڪار ٻڌي، باوجود لڪشمڻ جي سمجھائڻ تہ هي ڏوکو آهي، سيتا هٺ ڪري لڪشمڻ کي رام جـي طرف موڪليو. وڃڻ وقت لڪشمڻ ڪٽيا کي هڪ دائرو ڏيئي سيتا کي سمجھايو تہ هو انهي دائري مان ڪنهن بہ حال ۾ پير ٻاهر نہ ڪڍي.

۵۴. جڏهن سيتا ڪٽيا ۾ اڪيلي بچي تہ راوڻ هڪ برهمڻ جو روپ ڌاري هن وٽ دان گهرڻ آيو. سيتا لڪشمڻ جي ناهيل دائري انـدر رهي راوڻ کي دان آڇيو. جڏهن راوڻ اڳتي هٿ وڌايو تـہ اهو دائرو باهہ وانگر ڪيس جلائڻ لڳو تنهن ڪري راوڻ پنهنجو هٿ واپس هٽائي سيتا کي چيو تہ هو دائري مان ٻاهر اچي ڪيس دان ڏي. تڏهن جڏهن ئي سيتا دائري مان ٻاهـر پير ڪڍيو تڏهن ئي راوڻ هن کي آتان زبردستي کڻي لنڪا ڏي روانو ٿيو.

۵۵. جڏهن راوڻ سيتا کي کڻيو تڏهن سيتا چيو تہ ايترو وقت لڪشمڻ جي ريکا (گول ليک) سندس بچاءُ ڪري رهي هئي ۽ هاڻي سندس ست هن جو بچاءُ ڪندو.

۵۶. شري رامچندر کي پتو ڏيڻ لاءِ اغوا جي دوران سيتا جي پنهنجا زيور واٽ تي ڪيرائيندي ويئي.

۵۷. اغوا جي دوران جٽايو نالي هڪ ڳجهہ پکي راوڻ سان لڙائي ڪئي، پر سخت زخمي ٿي ڪري پيو.

۵۸. راوڻ سيتا کـي لنڪا ۾ آڻي اشوڪ واٽڪا نالـي باغ ۾ قيد ڪري رکيو.

۵۹. رام ۽ لڪشمڻ، ماريچ کي مارڻ بعد واپس اچي ڏٺو تہ ڪٽيا ۾ سيتا موجود ڪانہ هئي.

۶۰. سيتا جـي ڳولا ڪندي، واٽ تي پيل زيورن ۽ جٽايو ذريعي رام کي سيتا جي اغوا جي خبر پيئي.

٦١. سيتا جي ڳولا جي دوران شري رام ۽ لڪشمڻ، شبري ڀڪتڻ جي ڪٽيا ۾ ٻه ويا. جتي ڪين شبري چکيل مٺا ٻير پيش ڪيا، جيڪي شري رامچندر ته بخوشي کاڌا، پر لڪشمڻ لڪائي هڪڙي پاسي اڇلائي ڇڏيا. چون ٿا ته اهيئي جوٺا ٻير سنجيون ٻوٽي ٿيا، جيڪي بعد ۾ لڪشمڻ جو علاج ٿيا.

٦٢. جڏهن شري رام ۽ لڪشمڻ ڪشڪنڌا نگري جي ويجهو پهتا، تڏهن سگريو هنومان کي انهن وٽ موڪليو ته پڇا ڪري اچي ته اهي ڪير آهن.

٦٣. ڪشڪنڌا نگري ۾ راجا ٻالي حڪومت ڪندو هو. جنهن ناراض ٿي پنهنجي ڀاءُ سگريو کي ملڪ مان ڪڍي، هن جي زال کي پنهنجي راڻي ڪري ويهاري ڇڏيو هو.

٦٤. وانر راجا ٻالي بيحد طاقتور هو. هن راجا راوڻ کي به ڪافي وقت پنهنجي بغل ۾ دٻائي رکيو هو. هن جي سامهون جيڪو به وڙهڻ لاءِ ايندو هو ته هن جي طاقت سامهون واري کان از خود وڌي ويندي هئي. انهي ڪري شري رامچندر راجا ٻالي کي وڻ پٺيان لڪي ماريو.

٦٥. سگريو جي موڪلڻ تي هنومان شري رامچندر سان مليو ۽ انهن کان حال وٺي، انهن کي سگريو وٽ ڪوٺي آيو. سگريو ۽ شري رامچندر پنهنجي پنهنجي تڪليف بيان ڪئي. ٻنهي هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جو وچن ڏنو ۽ دوست ٿيا.

٦٦. هنومان جا انيڪ نالا آهن جهڙوڪ مهاوير، انجني پٽر، پون ڪمار، پون سٽ، بجرنگ ٻلي، ماروتي. وغيره وغيره.

٦٧. هنومان کي مهاديو جو اوتار مڃيندا آهيون. هن کي پيدائشي طور اٺ سڌيون مليل هيون. هو هوا ۾ آڏامي سگهندو هو. پنهنجي جسم کي وڏائي ۽ گهٽائي سگهندو هو. وقت کي به روڪي سگهندو هو.

٦٨. ننڍپڻ ۾ هڪ دفعي هنومان سج کي رانديڪو سمجهي پنهنجي وات اندر لڪائي ڇڏيو. تنهن ڪري رشين کيس سراپ ڏنو

ته جيسين هنومان جي طاقت کي نه ساراهيو تيسين هنومان کو خاص ڪم به سر انجام ڪونه ڏيئي سگهندو.

۶۹. هڪ دفعي راجا دسرٿ سگريو کي چيو هو ته ڪجهه باندر شري رامچندر جن جي ونڊر لاءِ موڪلي ڏي. تڏهن سگريو ڪي باندر موڪليا هئا تن ۾ هنومان به شامل هو.

۷۰. بالي کي مارڻ بعد شري رامچندر لڪشمڻ کي شهر اندر موڪلي سگريو کي راڄ تلڪ ڏياريو ۽ بالي جي پٽ **انگد** کي يوراڄ مقرر ڪيو.

۷۱. سگريو شري رام جي مدد لاءِ باندرن ۽ رڇن جا ٽولا چئني طرفن سيتا جي ڳولا واسطي روانا ڪيا. جامونت، انگد ۽ هنومان وارو ٽولو ڏکڻ طرف موڪليو. شري رامچندر هنومان کي **پنهنجي منڊي** به سيتا لاءِ نشاني طور ڏني.

۷۲. جامونت جي ٽولي کي سمنڊ جي ڪناري تي جٽايو جي ڀاءُ سمپاتي سان ملاقات ٿي جنهن کين ٻڌايو ته سمنڊ جي ٻئي ڪناري لنڪا نگري جي اشوڪ واٽڪا ۾ سيتا قيد آهي.

۷۳. سمپاتي کان سيتا جو ڏس ملڻ تي هنومان هن سان ملڻ لاءِ سمنڊ پار ڪرڻ واسطي اڏاميو. وات تي هن جي سياڻپ جو امتحان وٺڻ لاءِ **ناگ ماتا** سرسا آئي. هنومان وڏهن کي تاڙڻ لاءِ ننڍڙو روپ ڌاري سرسا جي وات اندر وڃي ٻاهر نڪري آيو. تڏهن سرسا کيس آشيرواد ڏني.

۷۴. لنڪا پهچڻ تي هنومان **لنڪني** راڪشڻ کي ماري، **ويڀڪشڻ** سان ملڻ بعد سيتاجي وٽ پهتو ۽ کيس سڃاڻپ لاءِ شري رامچندر جي ڏنل منڊي پيش ڪئي، ته سيتا بيحد خوش ٿي.

۷۵. سيتا کان اجازت وٺي هنومان اشوڪ واٽڪا جا ميوا کائيندو هن کي اجازڻ لڳو ۽ ڪيترن ئي پهريدار راڪشن کي ماري ڇڏيو. آخر **ميگهه ناد** هن کي ناگ ڦانس ۾ ٻڌي راوڻ وٽ ڪوني ويو.

٧٦. هنومان کي سزا ڏيڻ لاءِ راوڻ وڀيکشڻ جي صلاح سان، سندس ڏکڻي پڇ تي ڪپڙا ويڙهي باهه ڏني. هنومان يڪدم محل جي چوٽي تي چڙهي ويو ۽ پڇ کي گول گهمائيندي سڄي لنڪا کي باهه ۾ وڪوڙي ڇڏيو.

٧٧. لنڪا جلائڻ بعد هنومان سيتا وٽ آيو ۽ کانئس پيغام وٺي واپس اچي پنهنجي ٽولي سان مليو.

٧٨. جڏهن هنومان واپس اچي شري رامچندر کي سيتا جو پتو ڏنو تڏهن ڀڳوان رام سگريو کان فوج تيار ڪرائي هليو ۽ اچي سمنڊ جي ڪناري تي پهتو. ڀڳوان شنڪر جي پوڄا ڪرڻ بعد رام نل ۽ نيل وانرن کان سمنڊ تي پل ٺهرائي فوج سميت لنڪا پهتو. اهو راميشور تيرٿ جو هنڌ آهي.

٧٩. لنڪا پهچنديئي شري رامچندر انگد کي راوڻ وٽ صلح ڪرڻ لاءِ موڪليو. راوڻ وٽ انگد اهڙي هوشياري ۽ بهادري ڏيکاري جو پوري لنڪا باندرن کان خوف کائڻ لڳي. جڏهن راوڻ شرط نه مڃيا تڏهن انگد لڙائي جو اعلان ڪري واپس رامادل پهتو.

٨٠. وڀيکشڻ ۽ مندودري راوڻ کي رام سان صلح لاءِ زور پريو تنهن ڪري راوڻ وڀيکشڻ کي بيعزت ڪري ڪڍي ڇڏيو ۽ هو اچي شري رام جي شرڻ پيو.

٨١. ٻئين ڏينهن جي جنگ ۾ ميگهه ناد لڪشمڻ جي هٿان مار کان بچڻ لاءِ هن کي وير گهاتني هٿيار هڻي بيهوش ڪري ڇڏيو. وڀيکشڻ جي صلاح سان هنومان لنڪا مان هڪ حڪيم. "وئيد" کوٺي آيو جنهن. وئيد جي چوڻ تي هنومان هماليه جبل تان سنجيون ٻوٽي آڻڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ وقت کي روکي، واٽ تي راوڻ جي موڪليل راڪششن کي ماريندو، هماليه تي پهتو جتان سنجيون ٻوٽين جو هڪ پهاڙ کڻي واپس روانو ٿيو. واٽ تي راجا ڀرت کيس راڪشش سمجهي تير هڻي هيٺ ڪيرايو، پر خبر پوڻ تي ته هنومان سچو آهي تنهن ڪري کيس جلد واپس پهچڻ جي اجازت ڏني.

انهي نموني سنجيون ٻوٽي ذريعي لڪشمڻ وري سرجيت ٿيو ۽ هنومان وئيد کي واپس لنڪا ڇڏي آيو.

٨٢. شري رامچندر جن جي راوڻ سان لڙائي ڪافي ڏينهن جاري رهي ۽ آخر راوڻ سميت سڀ راڪشش مري ختم ٿي ويا. شري رام پنهنجن مري ويل باندرن کي وري زنده ڪيو.

٨٣. راوڻ جي مارجڻ بعد لنڪا جو راجا وڀيشڻ ٿيو. هو يڪدم سيتا کي آزاد ڪري عزت سان ڀڳوان رامچندر وٽ ڪوٺي آيو. شري رامچندر جي چوڻ تي پنهنجي پاڪدامني جو ثبوت ڏيڻ لاءِ سيتا ٻرندڙ باهه ۾ گهڙي صحيح سلامت ٻاهر نڪتي تڏهن شري رام سيتا کي قبول ڪيو.

٨٤. راوڻ ماري سيتا آزاد ڪرائڻ تي بنواس جا ١٤ سال به ختم ٿيا تنهن ڪري شري رامچندر جن راوڻ جي پشپڪ نالي ومان ۾ چڙهي واپس ايوڌيا موٽيا.

٨٥. شر ڀنيڪا، ڪاليڪا جي پٽ وديو جهوا سان شادي ڪئي، ڪمڀ ڪرڻ وروچن جي ڌي وجر جوالا سان شادي ڪئي ۽ وڀيشڻ شيلوش جي ڌي شرما سان شادي ڪئي هئي.

٨٦. ماياوي ۽ دنڌ ڀي، مندودري جا ڀاءُ هئا.

٨٧. جنهن ڏينهن راوڻ مارجي ويو سو اسين **دسهڙو** ڪري ملهائيندا آهيون.

٨٨. هڪ عام ماڻهو جي طعني سبب شري رام سيتا جو تياگ ڪيو. هو وڃي **والميڪ جي آشرم** ۾ رهي جتي کيس **لو ۽ ڪش** نالي ٻه ڄاڙا پٽ پيدا ٿيا، جن کي والميڪ رشي سڀ علم پڙهائي ماهر ڪيا.

٨٩. شري رام جي **اشوميڌ يگيه** جو گهوڙو لو ۽ ڪش ڪٺي ويا ۽ رام جي پوري فوج کي به شڪست ڏنائون. هنومان کي ٻڌي سيتا وٽ ڪوٺي ويا، تڏهن سيتا ٻنهي پٽن کي والميڪ وٽ

ڪوٺي ويٺي ۽ هن انهن ۾ صلح ڪرائي. جڏهن رام سيتا کي وري به نه قبوليو تڏهن ڌرتي ڦاٽي پيئي ۽ سيتا هن ۾ داخل ٿي وئي.

۹۰. درواسا رشي جي سراپ کان بچڻ لاءِ لڪشمڻ شري رام جي حڪم جي نافرماني ڪئي، تنهن ڪري شري رام هن جو به تياڳ ڪيو. ۽ لڪشمڻ واپس پنهنجي لوڪ هليو ويو. انهي بعد شري رام به سريو ندي ۾ پرويش ڪري انتر ڌيان ٿي پنهنجي اوتار کي سماپت ڪيو.

۹۱. **رامائڻ** ڪهڻيون ٺي آهن پر انهن ۾ مشهور والميڪي رامائڻ ۽ تلسي ڪرت رامائڻ آهن. پهرين سنسڪرت زبان ۾ آهي ته ٻي پوربي هندي ۾. رامائڻ اسان جو هڪ مکيه ڌرم شاستر آهي.

۹۲. لاهور جو شهر لو آباد ڪيو ۽ متها شتروگهڻ.

۹۳. رام راج بيحد مشهور آهي، جو انهي وقت ڪوبه اڌرم جو ڪم ڪونه ٿيندو هو. ماڻهن جي زندگي ۾ اولاد به ڪونه مرندو هو. ڪا بيماري، روڳ، ڏڪار، قدرتي آفتون ڪين هيون. امن امان هو.

۹۴. هنومان چرن جيوي آهي. جتي به رام نام ڪيرتن ٿيندو آهي هو اتي پهچي ويندو آهي، پر اتفاق سان ڪو ورلو هن کي سڃاڻي سگهندو آهي.

۹۵. جڏهن راون مرڻ وارو هو ته رام هن وٽ لڪشمڻ کي سکيا لاءِ موڪليو. تڏهن راوڻ کيس ٻڌايو ته ’ڀلي‘ ڪم ۾ دير نه ڪجي. خراب ڪم ۾ تڪڙ نه ڪجي. ۽ خاندان جي ڦوٽ بربادي آڻيندي آهي، تنهن کان بچجي.

۹۶. شري رامچندر کان به وڏو هن جو نام يعني ”رام“ نام آهي. جنهن ڪروڙين ماڻهن کي تاريو. ڀڳوان مهاديو هر وقت رام نام سمرن ڪندو آهي.

”جئه ڪپيش سگريو جئه، جئه انگد هنومان. رام لڪشمڻ جانڪي سداڪرو ڪلياڻ.“

## ڏياري- ديوالي - ديپاولي Festival of Lights

هندو ڌرم جي بيحد قديم هجڻ سبب هن جا انيڪ ۽ قسم قسم جا پرب، اتسو يا ڏڻ آهن. ڏياري تهوارن جو بہ تهوار آهي. جنهن کي هر هندو جاتي ملهائيندي آهي. درحقيقت هي هڪ مجموعي تهوار آهي، جنهن جو تعلق اتهاس جي مختلف واقعن سان آهي. هي موسمي تهوار هجڻ سان گڏ هن ۾ وگيان جو بہ پهلو شامل آهي. هي تهوار متواتر پنج ڏينهن ملهائبو آهي. ڌن تريودسي، جڏهن گئو ماتا جي پوڃا ڪئي وڃي ٿي. روپ چتر دسي، جڏهن گهرن کي رنگ روغن ڪري سينگاربو وڃي ٿو. ڏياري جڏهن گهرن ۾ ڏيئا ٻاري مها لڪشمي جي پوڃا ڪئي وڃي ٿي. ايڪم ڏينهن ٻڙ راجا يعني راجا مها بلي جو سنڪار ۽ گوورڌن پوڃا ڪئي وڃي ٿي. ٻيج ڀائي ٻيج ۽ نئون سال ملهايو وڃي ٿو. ڪٿي ڪٿي هن کي يڪس راتڙي ڪوني ڌن جي ديو ڪبير جي پوڃا ڪئي ويندي آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي مها لڪشمي جي ڀين سروپ يعني مها ڪالي، مها درگا ۽ مها سرسوتي جي بہ پوڃا ڪئي ويندي آهي.

هي تهوار سياري جي مند جي آمد جو تهوار آهي. هن وقت هاري ناري فصل مان فارغ ٿيل هوندا آهن. برساتن سبب مڪانن جو خراب ٿيل رنگ درست ڪيو ويندو آهي. ۽ روشنيون ڪرڻ ۽ ڌوپ ڪرڻ سبب گهرن اندر موجود جيت نڪري ويندا آهن ۽ فضا صحت مند ٿي ويندي آهي. مٺايون ورهائڻ ۽ ملڻ سبب دلين مان رنج بہ نڪري ويندو آهي.

اتهاس جي لحاظ کان ديوتائن ۽ دئيتن جي گير سمندر ولوڙڻ وقت هن ڏينهن مها لڪشمي ساڪار روپ ڌاري پرگهٽ ٿي هئي. هن ڏينهن شري رامچندر ١٤ سال بنواس ڪاٽي واپس ايوڌيا موٽيو ۽ کيس راڄ تلڪ ڏنو ويو. گئوري جڳڪا ايمان سبب ڀڳوان شنڪر کان رسي وڃي ڪيدارسو ورت رکيو هو، تنهن کي هن ڏينهن شنڪر ڀڳوان وڃي پرچائي شڪتي گيان بردان ڪيو. ڀڳوان وامن هن ڏينهن

تي راجا مها بلي کي پاتال لوڪ اماڻيو ۽ لڪشمي جي وينتي تي
وامن ڀڳوان بلي راجا کي هر سال هن ڏينهن تي پرٿوي جي سير
ڪرڻ جي اجازت ڏني ۽ سندس ستڪار جو بہ وردان بخشيو. هن
ڏينهن شري ڪرشن نرڪاسر کي ماريو ۽ ستيہ ڀاما جي وينتي تي
کيس وردان بخشيو تہ اهو ڏينهن ماڻهو نوان وستر پائي، گهرن کي
روشن ڪري سنايون ورهائي ملهائيندا. راجا وڪرم ادتيہ کي هن
ڏينهن راج تلڪ ڏنو ويو ۽ هي ڏينهن وڪرمي سمبت جي سال جو
پهريون ڏينهن ٿئي ٿو. جين ڌرم وارا هن ڏينهن مهاوير جينتي خوب
ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهن.

در اصل اسو (مگر) جو پورو مهينو تهوارن جو آهي جيڪو
نوراتڙي کان شروع ٿيندو آهي. انهن ئي ڏينهن ۾ کير سمندر ولوڙيو
ويو هو جنهن مان امرت سميت ١٤ رتن نڪتا. سڀ کان اول دسهڙي
ڏينهن هلاهل زهر نڪتو هو جيڪو گرهڻ ڪري شنڪر ڀڳوان نيل
ڪنٺ ٿيو. انهي مهيني ۾ آد شڪتي الڳ الڳ روپ ڌاري شمڀ،
نشمڀ، رڪت بيج، چنڊ، منڊ ۽ مهشاسر راڪششن کي ماريو.
انهي مهيني ۾ راڪشش راجا راوڻ جو انت ٿيو. اماوس جي رات جو
مهالڪشمي پرٿوي لوڪ ۾ اچي پنهنجن آپاسڪن جي منو ڪامنا
پوري ڪندي آهي. واپاري بہ هن ڏينهن نوان چوپڙا کوليندا آهن.
سياري جي مند بہ ڏياري کان شروع ٿيندي آهي ۽ هولي تي ختم.
ڀاءُ ٻيج ڏينهن ڀيڻون پنهنجن ڀائرن جي آرتي اتاري خرچي وٺنديون
آهن. ڦٽاڪا هن تهوار جو هڪ اهم جزو آهي.

آڌيا تمڪ لحاظ کان، هن ڪليگ جي دور ۾ هر سال گهٽ
۾ گهٽ هن موقعي تي انسان پنهنجي اندر ۾ گيان جي پرڪاش سان
گيان جي انڌڪار کي ضرور دور ڪري. انهي لاءِ ڪرپا جي ضرورت
لازمي آهي. جيڪا ماتا مها لڪشمي اوس ڪندي آهي. ٻاهر جي
روشني علامتي آهي. جيون جي سڦلتا لاءِ اندر جي روشني جي ضرورت
لازمي آهي، جيڪا اندر جي غلاظت کي صاف ڪرڻ سان پرگهٽ
ٿيندي آهي. شل ماتا مها لڪشمي جي ڪرپا هر هنڌ تي ٿيندي رهي.

# سري ڪرشڻ

١. وشڻو ڀڳوان، دئاپر يگ جي آخر ۾ شري ڪرشن جي نالي سان متر ا ۾ اڻون اوتار ڌارڻ ڪيو.

٢. شري ڪرشن جي ماتا هئي ديوڪي ۽ پتا هو وسديو. شؤرا سندس ڏاڏو هو ۽ مريشا ڏاڏي جيڪا ناگ راجا آريڪ جي ڪنيا هئا. ديوڪ شري ڪرشن جو نانو هو جيڪو راجا اگرسين جو ننڍو ڀاءُ هو. شري ڪرشن جو چاچو هو ديوڀاڳ ۽ پڦيون هيون پرٿا (ڪنتي) ۽ شروت شروا.

٣. ديو ڀاڳ راجا اگرسين جي ڌيءَ ڪنسا سان شادي ڪئي. چتر ڪيتو، برهدبل ۽ اوڌو سندن پٽ هئا.

٤. پرٿا کي راجا ڪنتي ڀوج گود ورتو، تنهن ڪري ڪنتي به ڪونجڻ لڳي. سندس شادي هستنا پور جي راجا پانڊو سان ٿي ۽ يڌشٽر، ڀيمسين ۽ ارجن نالي پٽ ٿيا. ڪرڻ سندس ڪنوار پڻي جو پٽ هو.

٥. شروت شروا جي شادي چيدي جي راجا دمه گهوش سان ٿي. ششو پال سندن پٽ هو.

٦. شنڪرشن بلرام شيش ناگ جو اوتار هو. هي شري ڪرشن جو وڏو ڀاءُ هو. سندس ماتا جو نالو هو روهڻي ۽ پتني جو ريوتي. هڙ ۽ موسل سندس جنگي هٿيار هئا.

٧. سيدرا، شري ڪرشن جي ننڍي ڀيڻ هئي. سندس ارجن سان ٿي. ابيم منيو انهن جو پٽ هو جنهن جي شادي راجا وراٽ جي ڌيءَ اترا سان ٿي. پريڪشت، ابيم منيو جو پٽ هو ۽ جنم جيم هن جو پوٽو هو.

٠٨ رڪمڻي ، ستيہ ڀاما ، جامونتي روهڻي ، ڀدرا ، شيبيا ، ڪال نڏي ، متر وندا ، ۽ لڪشمڻا شري ڪرشن جون رائيون هيون. رڪمڻي لڪشمي جو اوتار هئي ، تہ ستيہ ڀاما پرٿوي جو اوتار .

٠٩ رڪمڻي جو پيءُ هو رڪم ، ڀتا هو ڀيشمڪ ۽ ڏاڏو هو ڪيشڪ - پرديومن سندس پٽ هو ، جيڪو ڪام ديوتا جو اوتار هو. هن جي شادي رڪم جي ڌي سان ٿي ۽ کين انيرڌ نالي پٽ هو.

١٠. شري ڪرشن جو گرو هو سانديپني ، جنهن جي اغوا ٿيل پٽ پنردت کي شري ڪرشن آزاد ڪرائي آندو.

١١. آنڌڪ ، ورشني ۽ شورا قبيلا گڏجي "يادو" ڪوٺجڻ لڳا . اگرسين آنڌڪ هو ۽ وسديو شورا .

١٢. اگرسين جو پٽ ڪنس ، سندس زال مان هڪ گنڌرو ذريعي پيدا ٿيو هو. ڪنس جي شادي راجا جڙا سنڌ جي ڪنيائن آستي ۽ پراپتي سان ٿي. ڪنس ظالم هو. هن راجا اگرسين کي قيد ڪري راڄ تي قبضو ڪري ظلم شروع ڪري ڏنو. هڪ ڀيري آڪاش واڻي ٿي تہ ديوڪي جو انون پٽ کيس ماريندو ، تنهن ڪري هن وسديو ۽ ديوڪي کي قيد ڪيو ۽ سندن ڇهہ ٻار ڄمنديئي ماري ڇڏيا . پر انهن جو ستون ۽ اٺون ٻار يعني ٻلرام ۽ شري ڪرشن ، راجا ڪنس جي ظلم کان بچي نڪتا .

١٣. جڏهن شري ڪرشن اوتار ورتو ، تن ڏينهن ۾ راجا ڪنس ، جڙا سنڌ ، ڪال يون ، رڪم ، ششو پال ، دنت وڪر ، ڀوماسر ، ٻاڻاسر وغيره راجائن ظلم جو راڄ قائم ڪري رکيو هو .

١٤. شري ڪرشن جنم وٺڻ کان ٿورو اڳ ديوڪي کي خواب ۾ سمجهايو تہ کيس پيدا ٿينديئي گوڪل ۾ نند يشوڌا جي گهر پهچائي ، اتان نئين ڄاول ڪنيا کي آندو وڃي . شري ڪرشن جي ڄمڻ شرط وسديو آساني سان انهي هدايت تي عمل ڪيو ۽ شري ڪرشن جي بدلي ۾ يشوڌا جي ڪنيا کي آڻي رکي .

۱۵. ديوڪي کي انون ٻار ڄمڻ جو ٻڌنديئي راجا ڪنس پڇندو جيل پهتو، پر پٽر جي بدران هڪ ڪنيا ڏسي حيران ٿي ويو. تنهن هوندي به ظالم ڪنس جڏهن ٿي معصوم ڪنيا کي پٽ تي هڻي مارڻ لاءِ مٿي کنيئن، تہ اها ڪنيا هٿن مان ڇڏائجي آڪاش هلي ويئي. انهي وقت آڪاش واڻي ٿي تہ ’ڪنس‘، توکي مارڻ وارو گوڪل پهتو آهي.

۱۶. راجا ڪنس شري ڪرشن کي مارڻ واسطي گهڻيئي بهادر، ظالم ۽ جادوگر جهڙوڪ پوتنا، ترڻاوت وغيره موڪليا، پر ٻالڪ شري ڪرشن سڀني کي ماري ڇڏيا.

۱۷. گوڪل ۾ ۱۲ سالن تائين شري ڪرشن انيڪ ٻال ليلائون جهڙوڪ گووتس هرڻ ليلا، وستر هرڻ ليلا، گوورڌن پربت کڻي برج کي بچائي اندر جو گهمنڊ ٽوڙڻ، جمنا کي ڪالي ناگ کان پاڪ ڪرڻ، نل ۽ ڪبير کي جڙ جوڻي مان ڇڏائڻ، راس ليلا، ڪري نند يشوڌا ۽ گوڪل واسين کي آنند ڏيئي، راجا ڪنس جي ڌنش يگيہ ۾ شرڪت لاءِ بلرام سميت اڪرور سان گڏجي هميشہ واسطي گوڪل کي الوداع ڪري مترا هليو ويو.

۱۸. متر ا پهچنديئي شري ڪرشن ۽ بلرام، مشٽڪ چاڻور سميت راجا ڪنس کي ماري، راجا اگرسين، وسديو، ديوڪي ۽ ٻين کي جيل مان آزاد ڪيا. يادون کي منظم ڪري هڪ مضبوط قوم بنائي

۱۹. شري ڪرشن اوتار جا انيڪ سبب هئا، جن کي ٿوري ۾ شري ڪرشن خود بيان ڪيو آهي تہ سنتن کي سک ڏيڻ لاءِ، ظالمن ۽ اڌرم کي ختم ڪري ڌرم کي قائم ڪرڻ لاءِ اوتار ورتو. وسديو ۽ ديوڪي کي وردان مليل هو تہ ڀڳوان سندن پٽ ٿيندو. نند ۽ يشوڌا کي وردان مليل هو تہ ڀڳوان کين ٻال ليلا ڪري وندرائيندو. دنت وڪر ۽ ششو پال کي وردان مليل هو تہ خود ڀڳوان پنهنجن هٿن سان کين ماريندو. نل ۽ ڪبير کي وردان مليل هو تہ ڀڳوان کين جڙ جوڻي مان ڇڏائيندو. وانرن جن شري رامچندر لاءِ پنهنجي

جان قربان ڪئي هئي ۽ اهي گوپ ۽ گوپين جي روپ ۾ پيدا ٿيا هئا، تن کي انهن ڀڪتي جو ڦل ڏيڻو هو. وانر راجا ٻاليءَ جو قرض چڪائڻو هو. وغيره.

۲۰. شري ڪرشن کي اسين پورڻ اوتار انهي ڪري ڪوٺيون ٿا جو هن ۾ ڀڳوان پنهنجي ست، چت ۽ آنند سروپ جو مڪمل مظاهرو ڪيو، جيڪو ٻين اوتارن ۾ ڪونه ڪيو هو. لفظ اوتار جي معنيٰ آهي لهڻ. ڀڳوان ته هر وقت ۽ هر هنڌ موجود آهي، پر اوتار جي صورت ۾ هو اسان کي نظر به ايندو آهي.

۲۱. جيڪي منڌ ٻڌي انسان شري ڪرشن جي راس ليلا جو غلط مطلب ڪڍن ٿا، تن کي معلوم هجي ته راس ليلا وقت شري ڪرشن ۱۲ سالن جو ٻار هو. دروپدي جيڪا خوبصورتيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي تنهن کي زال بنائڻ کان نڪرائي، ڪيس ڀيڻ بنايو. دريوڌن جي جي سندر زال ڀانومتي کي به ڀيڻ بنايو. شري ڪرشن جون جيڪي اٺ راڻيون هيون، تن کي ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ سخت مشڪل امتحان پاس ڪرڻا پيا. راڌا شري ڪرشن جي زال نه هئي، پر هڪ مهان ڀڪت هئي، جنهن جي ڀڪتي خود شري ڪرشن ڪندو هو. ڀوماسر جي قيد مان ۱۶۱۰۰ راجڪمارين کي آزاد ڪرائي ڀڳوان شري ڪرشن انهن سان عام شادي ڪانه ڪئي، بلڪ انهن جي ڀڪتي کي قبول ڪري پرم ڌام وڃڻ ۾ مدد ڏني. وغيره.

۲۲. شري ڪرشن، راجا جڙا سنڌ کي پنج ڀيرا شڪست ڏني. ڇهين ڀيري گومانتڪ جي لڙائيءَ ۾، جڏهن شري ڪرشن هن کي ٻلرام کان بچائي جيئدان ڏنو. ٻيو دفعو جڏهن جڙا سنڌ متراکي تباه ڪرڻ لاءِ چڙهائي ڪئي، تڏهن مترا واسين کي دئارڪا پهچائي. ٽيون دفعو رڪمڻي کي سويمور مان ڪڍي وڃي شادي ڪري، جڙا سنڌ جي منصوبي تي پاڻي ڦيري. چوٿون دفعو دروپدي جي سويمور ۾ دليلن ذريعي جڙا سنڌ کي شرمندو ڪري آتان واپس روانو ڪري. پنجون ڀيرو ڀيم جي هٿان ڪيس جان کان مارائي.

٢٣. شري ڪرشن پنهنجو وراٽ سروپ ٻه ڀيرا ڏيکاريو. پهرين ماتا يشوڌا کي پنهنجي وات اندر، پوءِ ڪورؤن کي سندن دربار ۾ ۽ آخر ۾ ارجن کي ڪرو ڪيتر جي ميدان ۾. ڀڳوان ڪرشن پنهنجو چتر ڀڄ سروپ به ٻه ڀيرا ڏيکاريو. پهرين ماتا ديوڪي کي، پوءِ ارجن کي ۽ پوءِ رشي اتنڪ کي. وراٽ معنيٰ تمام وڏو جنهن ۾ ڪل ڪائنات هجي. چتر ڀڄ معنيٰ چار ٻانهن وارو سنک، چڪر، گدا ۽ پدم ساڻ.

٢٤. شري ڪرشن ڌرم کي قائم ڪرڻ لاءِ پانڊون جي آخر تائين مدد ڪئي. شري ڪرشن ئي پانڊون کي دروپدي جي سويمور ۾ گهرائي ڪامياب بنايو. پانڊون ڪان اسو ميڌ يگيه ڪاميابي سان ڪرايو. پانڊون جو سفير ٿي ڪورون سان ٺهراءُ جون ڳالهيون ڪيون، جيڪي ناڪام ٿيڻ تي جنگ ڪرائي پانڊون کي ڪامياب ڪيو. پريڪشت کي گرڀ اندر زنده ڪيو.

٢٥. دروپدي جي پانڊون سان شادي ڪرائي. ڪورون جي سڀا ۾ ڀڳوان ڪرشن چير بنجي دروپدي جي لڄ بچائي. درواسا جو سندس ٽولي سميت بنا ڪارڻ جي ڀوُ ڪرائي، دروپدي تان آفت دور ڪئي. آخر ڪورون کي مارائي دروپدي کي ڏنل وچن پاليو.

٢٦. راس ليلا يا راس ڪريڙا ڀڳتي جو اتم ڦل آهي، جنهن ۾ ماڌوريه رس ٿيندو آهي.

٢٧. پانڊون جي اسو ميڌ يگيه ۾ شري ڪرشن برهمڻ جي آجيان جو ڪم سنڀاليو. ڪيس ”اگر پوجا“ جو درجو ملڻ تي ششو پال پاران گهڻ وڌ ڳالهائڻ تي هن کي ماري ڇڏيو.

٢٨. شري ڪرشن جو ارجن کي ڏنل گيان شريمد ڀاڳوت گيتا ۾ آهي ۽ اوڌو کي ڏنل گيان ڀاڳوت جي اڌيايه يارهون ۾ آهي، جنهن کي اوڌو گيتا به سڏبو آهي. ڀڳوت گيتا مها ڀارت جو هڪ حصو آهي.

۲۹. ڪرو ڪيتر جي لڙائي ۾ شري ڪرشن ارجن جو سارٿي بڻيو. بذات خود لڙائي ڪانه ڪئي. در حقيقت سيني کي ڀڳوان جي سدرشن چڪر ئي ماريو هو.

۳۰. ڪرو ڪيتر جي لڙائي دوران پنهنجو هٿيار نه کڻڻ جو قسم شري ڪرشن ٽوڙي پنهنجي ڀڳت ڀيشم جو قسم سچو ڪرڻ لاءِ، هڪ ڀيري سدرشن چڪر کڻي ميدان ۾ لٿو. تنهن وقت ڀرٿوي ڏڪڻ لڳي، جنهن تي پنهنجو پيتامبر ڪيرائي، شري ڪرشن آٿت ڏني.

۳۱. شري ڪرشن جي ئي مشوري تي عمل ڪرڻ سان پانڊو، ڀيشم پتامه، دروڻا چاريه، ڪرڻ، شليه، دريوڌن وغيره کي ماري لڙائي ۾ ڪامياب ٿيا.

۳۲. ارجن جو تير اندزي جو گهمنڊ ختم ڪرڻ لاءِ شري ڪرشن هن کي ڀيل ڇورن هٿان شڪشت ڏياري.

۳۳. رشي درواسا جو سراپ سچو ڪرڻ لاءِ شري ڪرشن سيني يادون کي پاڻ ۾ وڙهائي ختم ڪيا.

۳۴. ارجن کي ڪوني وچي ڀڳوان نارايڻ جو درشن ڪرايو.

۳۵. ديوڪي جي ڪنس هٿان مري ويل ڇهن ٻارن کي شري ڪرشن يم لوڪ مان واپس ڪوني آيو.

۳۶. ڪرو ڪيتر جي لڙائي در حقيقت ويد وياس جو رچايل ڌرم يڳيه هو، جنهن ۾ اڌرم جي آهوتي ڏني ويئي. يڳيه پتي ڀڳوان وشڻو شري ڪرشن جو اوتار وٺي، هن يڳيه کي ڪامياب ڪيو.

۳۷. شري ڪرشن پنهنجي ڀڳت دوست سداما جي غربت بنا چوڻ جي دور ڪئي.

۳۸. حالانڪ ڪرو ڪيتر جي لڙائي ۾ ارجن جي رٿ کي ڀيشم ۽ دروڻ ناس ڪري ڇڏيو هو، پر شري ڪرشن پنهنجي يوگ بل سان آخر تائين سلامت رکيو. جنگ ختم ٿيڻ بعد اهو به خاڪ ٿي ويو.

۳۹. شري ڪرشن سان الڳ الڳ وقت تي شو، برهما ۽ إندر ٻه مليا.

۴۰. شري ڪرشن جي ملاقات گومانتڪ ويندي پرسرام سان به ٿي هئي.

۴۱. شري ڪرشن جڏهن پنهنجو اوتار سماپت ڪيو، تڏهن سندس عمر ۱۲۵ سال هئي.

۴۲. ڀيشم پتامه جو مان وڌائڻ لاءِ، شري ڪرشن يڌشٽر کي راج وديا لاءِ وٽس ڪوٺي ويو.

۴۳. شري ڪرشن جي ئي ڪرپا سان ڀيشم پتامه بنا تڪليف جي ۵۸ ڏينهن تيرن جي سيج تي پيو رهيو.

۴۴. شري ڪرشن جي جسم تي مور مڪٽ، پيتامبر ۽ ڪوستڀ مڻي هر وقت رهندا هئا. ننڍپڻ ۾ هٿن ۾ مرلي هئي جيڪا بعد ۾ سدرشن چڪر سان مٽائي.

۴۵. شري ڪرشن جا انيڪ ڀڳت ٿي گذريا آهن، تن ۾ مکيه هئا سورداس، ميران ٻائي ۽ نرسي مهتا.

۴۶. ڪرشن لفظ جي معنيٰ آڪرشن يعني ڪشش ڪندڙ آهي. شري ڪرشن نام ڀڳتن جي دلين کي ڪشش ڪري ٿو.

۴۷. شري ڪرشن جو مهامنتر آهي: "اوم، ڪلم ڪرشنايه گووندايه گوپيجن ولڀايه سواها."

۴۸. راجا ڪنس جي هڪ ڪٻري داسي ڪبجا نالي، شري ڪرشن ۽ بلرام کي تلڪ ڏنو، تنهن ڪري ڀڳوان خوش ٿي سندس ڪٻ ڪڍي ڇڏيو.

۴۹. چاڪاڻ ته ڪنس آخري ڏينهن ۾ هر وقت شري ڪرشن کي ئي ياد ڪندو هو، جيتوڻيڪ خوف ۽ دشمني سبب، تنهنڪري ڀڳوان هن کي وڪنٺ ۾ جاءِ ڏني.

٥٠. ديوڪي ۽ يشوڌا، شري ڪرشن جون واتسليه ڀڳت هيون. اڪرور وندن ڀڳت هو.

٥١. ارجن، شري ڪرشن جو سکا ڀڳت هو. اوڌو داسيه ڀڳت هو. گوپيون آتم نويدن ڀڳت هيون.

٥٢. رڪمڻي ۽ ستيه ڀاما، ڪرشن جون ڪانتا يعني پد سيون ڀڳت هيون. ڀيشم سمرڻ ڀڳت هو.

٥٣. شري ڪرشن جا انيڪ نالا آهن. ڪرشن، ڪنهئيا، ڪانها گووند، گوپال، گرڌر ڌاري، گرڌر، گوپينات، گوپيجن ولڀ، ديوڪي نندن، واسديو، يشوڌا نندن، نندلال، گوڪل نات، برج بهاري، مرليڌر، بنسيڌر، رڪمڻي نات، دئارڪا نات، رڻڇوڙ، شيام، سانوريا، راڌا ولڀ وغيره وغيره.

٥٤. ششو پال ۽ دنت وڪر جيه ۽ وجيه جو اوتار هئا.

٥٥. ڀوماسر، پرٿوي جو پٽ هو. ستيه ڀاما جي چوڻ تي ئي شري ڪرشن هن کي ماري سندس پٽ ڀڳدت کي راجا ڪيو.

٥٦. دريوڌن ۽ ڀيم کي بلرام گدا بڌ سيکاري.

٥٧. وسديو جون ست زالون هيون.

٥٨. مها ڀارت ۾ چيل آهي ته ارجن ۽ ڪرشن، نر ۽ نارايڻ رشين جو اوتار هئا.

٥٩. سري ڪرسن جي سنک جو نالو هو ڌنن جيه.

٦٠. برج جا گوپ ۽ گوپيون دراصل ديوتا هئا، جن وانر بنجي سري رامچندر لاءِ جان قربان ڪئي، گوپ ۽ گوپيون بنجي اتم ڀڪتي ڦل حاصل ڪيو.

**نوٽ:** وڌيڪ تفصيل ۾ ڄاڻ لاءِ شري ڀاڳونت پُراڻ ۽ مها ڀارت پستڪ پڙهو.

# مهاڀارت

۱. **مهاڀارت** هندن جو هڪ مکيه ڌرمي ڪتاب آهي، جنهن کي پنجون ويد به سڏيو وڃي ٿو. هن ۾ ڀرت ڪُل يعني **ڪورو**ءَ **پانڊوءَ** مرڪزي ڪردار آهن. اهو ڪتاب **مهرشي ويد وياس** اندازاً پنج هزار سال اڳ جوڙيو. هن ۾ **هڪ لک** شلوڪ آهن ۽ سنسڪرت زبان ۾ آهي. هي دنيا ۾ سڀ کان **ڊگهي نظم** آهي. شري مد ڀڳوت گيتا ۽ ٻيون انيڪ گيتائون به هن جوئي حصو آهن. هن ۾ ڪل ۱۸ اڌياءِ آهن. اهو ڪتاب ويد وياس جي مرضي گڻيش کان لکارايو.

۲. مهاڀارت جون ودر نيتي، ڀيشم پتامهه جي راج نيتي ۽ يڌشٽر جا يڪش کي ڏنل جواب به ڌرم جو اهم جز آهن.

۳. شريمد ڀڳوت گيتا کان علاوه مهاڀارت ۾ جيڪي ٻيون گيتائون آهن تن مان ڪي آهن: **وياڌ گيتا، اَڊو گيتا، ڪنڪ گيتا، ستيہ گيتا، ڀڪشو گيتا،** وغيره وغيره.

۴. درحقيقت مهرشي ويدوياس نہ صرف مهاڀارت ڪتاب لکيو آهي، پر بذات خود بہ هن ڪٿا جو مکيہ ڪردار آهي. پراسر مني جنهن ڌرم کي مضبوط بنائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو، تنهن جي ٿي اوجس شڪتي مان **ويد وياس**، متسريہ گنڌ نالي هڪ مهاڻي جي گرڀ مان پيدا ٿيو. هن جو اصل نالو هو **دئيپاين ڪرشن**، متسريہ گنڌ جي بعد ۾ شادي مهاراجا سنتانو سان ٿي ۽ پاڻ ستيہ وتي جي نالي سان مشهور ٿي. ويدوياس ڇهن سالن جي عمر ۾ ماتا کي ڇڏي پتا سان گڏ هليو ويو ۽ ٿوري عرصي ۾ ئي گوتم رشي ۽ پراسر کان ويد ودبا سکي بال مني ڪوٺجڻ لڳو.

۵. ويد وياس کي **ڀيشم پتامهہ** ۾ 'ڪتري تيج' ڏسڻ ۾ آيو،

تنهن ڪري ڌرم کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هن هستناپور جي پرت ڪل کي ٿي هن جو ذريعو مقرر ڪيو.

٦. ويد وياس نه صرف ترويدين (رگ، يجر ۽ سام) کي منظم ڪيو، پر مهامني جبال جيڪو اٿر ويدي هو، تنهن سان به انهن جو صلح ڪرايو. پاڻ سندس ڏي ويتيڪا سان شادي ڪئي، جنهن مان **شڪديو** نالي هڪ پٽ به ڄائو. انهن جو شجرو گرو **وسشٽ** سان ملي ٿو.

٧. اهو ويد وياس ئي هو جنهن ڪرو کيتر کي واپس ڌرم کيتر ۾ تبديل ڪيو مطلب ته ويراني مان تيرٿ آستان.

٨. جڏهن پرت ڪل اولاد نه هجڻ سبب ختم ٿي رهيو هو، تڏهن ويد وياس ئي نيوگ ذريعي **ڌر تراشٽر، پانڊو ۽ ودر** کي پيدا ڪيو. هن جي ئي مهرباني سان ڌرتراشٽر کي **١٠٠ پٽ ۽ هڪ** ڪنيا سندس زال گانڌاري مان پيدا ٿيا. تن ۾ وڏو هو دريو ڌن جنهن جي شادي ڪاشي جي راجا جي ڌي پانومتي سان ٿي. ڌر تراشٽر جي ڌي جي شادي راجا **جڳدرٿ** سان ٿي، جيڪو سنڌ جو راجا هو. شڪني گانڌاري جو ڀاءُ هو جيڪو ڪيس ڏاج سان گڏ مليو هو.

٩. **راجا پانڊو** جون به زالون هيون **ڪنتي ۽ مادري،** **نڪل ۽ سهديو** مادري جا ڄاڙا پٽ هئا. **يڌشٽر، ڀيم ۽ ارجن** ڪنتي جا پٽ هئا، جيڪي بلترتيب ڌرم راج، وايو ۽ اندر ديوتائن مان پيدا ٿيا هئا. **ڪرڻ** ڪنتي جو پٽ هو، جيڪو ڪيس ڪنواريڻي ۾ سوريه ديوتا ذريعي پيدا ٿيو هو.

١٠. **ڀيشم پتامهه** جنهن جو اصل نالو ديو ورتي، مهاراجا سنتانو ۽ گنگا ماتا جو پٽ هو. هن اکنڊ برهم چريه جو ورت رکيو هو، تنهن ڪري ڀيشم يعني ڀيانڪ ڪوٺجڻ لڳو. هن جو گرو هو **پرسرام،** کيس وردان مليل هو ته هو جڏهن چاهيندو تڏهن ئي سندس موت ٿيندو. هي وسو نمبر ۹ "ديو" جو اوتار هو.

١١. راجا پانڊو سندس ڀاءُ ڌر تراشٽر جي انڌي هجڻ سبب هستناپور جو راجا ٿيو. کيس سراپ مليل هو ته هو جڏهن استري سنجوگ

ڪندو، هن جو موت ٿيندو. هڪ ڀيري هن مادري سان اها غلطي ڪئي تنهن ڪري مري ويو ۽ مادري هن سان گڏ ستي ٿي ويئي.

۱۲. **يڌشٽر سداچاري** ڌر ماتما هو، **ڀيم** قداور، مضبوط جسم ۽ بيحد بلوان هو، **ارجن** ماهر تير انداز هو، **نڪل** جانور پالڻ جو ماهر هو ته **سهديو** جوتش وديا جو ڄاڻو هو. پنجئي ڀائرن ۾ بي انداز محبت هئي. سڀ يڌشٽر جا فرمانبردار هئا. **سيني ڪنتي** وٽ قسم ڪنئيو هو ته اهي سندس آڪيا جو پالن ڪندا.

۱۳. ڀيشم پتامه، ڌر ترا شٽر ۽ پانڊو جي پٽن کي تعليم ڏيارڻ واسطي ُدرڻ **آچاريه** کي مقرر ڪيو. درڻا چاريه پنچال جي راجا دروپد جو ڪنهن وقت دوست هو پر بعد ۾ دشمن ٿي پيو هو. ڪر پاچاريه سندس سالو هو ۽ **اشو ٿاما** پٽ، درڻا چاريه پاڻ هڪ برهمڻ هو، پر لڙائي جي فن ۾ بيحد ماهر هو. هن جي زال هئي ڪرپا ديوي.

۱۴. درڻا چاريه سيني راجڪمارن کي بهترين تعليم ڏني، پر ارجن بيحد هوشيار ثابت ٿيو، تنهن ڪري درڻا چاريه جو مٿس گهڻو پريم هو. انهي هوندي به درڻا چاريه ارجن کان لڪائي ڪي مخصوص سکيائون صرف **اشو ٿاما** کي ڏنيون.

۱۵. جڏهن درڻا چاريه ڀيل ڪمار **ايڪ لويه** کي پنهنجو شاگرد بنائڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن هو درڻا چاريه جو هڪ پتلو ٺاهي تنهن کي گرو بنائي سندس اڳيان تير اندازي جو ابياس ڪرڻ لڳو ۽ ارجن کان به وڌيڪ ماهر ٿي ويو. هڪ شودر کي هن جي لائق نه سمجهي ۽ ارجن کي خوش ڪرڻ لاءِ درڻا چاريه ايڪ لويه کان سندس **ساڄي هٿ** جو آڱوٺو گرو دکشنا ۾ وڍائي ورتو. ُدرڻا چاريه جو پتا هو پرد واج منُي.

۱٦. درڻا چاريه پانڊون کان گرو دکشنا ۾ راجا **دروپد** کي ٻڌي پيش ڪرڻ لاءِ چيو، جيڪو انهن ڪيو. راجا دروپد کان درڻا چاريه راج جو ڪجهه حصو وٺي کيس آزاد ڪيو. انهي ڏينهن کان راجا دروپد درڻا چاريه جو دشمن ٿي پيو ۽ سندس موت جو ڪارڻ ٿيو.

١٧. وچتر ويريه جي شادي لاءِ ڀيشم پتامهه ڪاشي جي راجا جي سويمور مان هن جون ٽيئي ڇوڪريون حاصل ڪري آنديون، پر امبا نالي ڇوڪري جو راجا شلوا سان پريم هو، تنهن ڪري کيس ڏاج سميت راجا شلوا ڏي موڪليو ويو، پر هن قبولڻ کان انڪار ڪيو. امبا ڀيشم کي چيو ته ساڻس شادي ڪري. پر هن قسم ٽوڙڻ کان انڪار ڪيو. امبا جي چوڻ تي پرسرام به ڀيشم کي شادي ڪرڻ جو زور ڀريو ۽ لڙائي به ڪئي پر هارايو. امبا تڏهن شو جي تپشيا ڪري ڀيشم جو موت گهريو تڏهن شو کيس هڪ هار ڏيئي چيو ته جيڪو به هن کي پائيندو سو ڀيشم جي موت جو ڪارڻ ٿيندو. پر اهو هار پائڻ لاءِ ڪوبه تيار ڪين ٿيو، تنهن ڪري امبا هن کي راجا دروپد جي محل جي دروازي تي ٽنگي ڀيشم جو موت چاهيندي آپ گهات ڪيو. اها امبائي هئي جيڪا بعد ۾ راجا دروپد جي گهر سکنڊي جي نالي سان پيدا ٿي. هن اهو هار ڪڍي پنهنجي ڳچي ۾ پاتو. سکنڊي پيدائشي طور هڪ ڇوڪري هئي، پر دروپد ڪين ڇوڪرو ظاهر ڪري نندپڻ ۾ شادي به ڪرائي ڇڏي. بعد ۾ درٿا چاريه جي مدد سان هو ڇوڪري مان ڇوڪرو ٿي پيو ۽ آخر ڀيشم جي موت جو ڪارڻ بڻيو.

١٨. دريوڌن ۽ سندس ڀائر پانڊون سان حسد ڪندا هئا، خاص ڪري ڀيم سان، انهن ڀيم کي مارڻ جا ڪيترائي منصوبا ٺاهيا جنهن ۾ هڪ ڀيري زهر به ڏنائون پر ناڪام ويا.

١٩. جڏهن ڪورو ۽ پانڊو جوان ٿيا تڏهن انهن ۾ حڪومت تي اچي تڪرار پيدا ٿيو. پانڊون جو چوڻ هو ته اهي راجا پانڊو جا پٽ آهن تنهن ڪري حڪومت جا حقدار آهن، پر دريوڌن جو چوڻ هو ته هو وڏي ڀاءُ ڌرتراشٽر جو پٽ آهي تنهن ڪري اهوئي حقدار آهي. تنهن وقت ڌرتراشٽر راجا هو ۽ ڀيشم پتامهه ڪاروبار سنڀاليندو هو. ڌرتراشٽر انڌو هو.

٢٠. ڌرتراشٽر جو نڪ ڪاٽڻ سبب ڀيشم نه چاهيندي به ڪورون کي ناراض نه ڪري سگهيو. اشوٿاما دريوڌن جو

دوست هو ، تنهن جي ڪري دروڻا چاريہ مجبوراً ڪورون جو ساٿ ڏنو

۲۱. در يوڌن، سڪني، ڪرن ۽ اشوٿاما جي صلاح سان پانڊون کي ڪنتي سميت لاک جي گهر ۾ رهايو. ودر کي چال جي خبر پئجي ويئي جنهن ستيہ وتي سان صلاح مشوره ڪري پانڊون کي ڪورون جي منصوبي کان آگاه ڪري ، چور دروازي جو بہ پتو ڏيئي ڇڏيو. رات جو پانڊو جڏهن ئي لاک جي گهر کي باهہ لڳي ، چور دروازي مان سلامت نڪري ويا ۽ وڃي راڪشسن جي راڄ ۾ پهتا، جتي اتي جي سردار هڊمب کي ماري ڀيم وڪودر جي نالي سان انهن جو سردار ٿي، هڊمبا سان شادي ڪئي ، جنهن مان هڪ گنجو راڪشش پيدا ٿيو ۽ هن جو نالو ۽ گهٽوت ڪچ رکيو ويو.

۲۲. پنچال جي راجا دروپد دروڻا چاريہ کان بدلو وٺڻ لاءِ فيصلو ڪيو تہ سندس ڌيءَ ڪرشنا (دروپدي) جي شادي اهڙي سوُر وير سان ڪرائي وڃي جيڪو دروڻا چاريہ کي جيتي سگهي. تنهن ڪري انهن شري ڪرشن کي گهرايو ۽ راجا دروپد، ڌرشٽ ڏيمن ۽ دروپدي کيس دروپدي سان شادي جو زور پريو پر هن انڪار ڪري، دروپد کي دروپدي جي شادي لاءِ هڪ بيحد مشڪل سويمور ڪرڻ جو فيصلو ڪرايو.

۲۳. دروپدي جي سويمور جو شرط اهو هو تہ جيڪو بہ شخص پاڻي جي ٿهيل تلاءَ ۾ تري وڃي ڪوڙيل ڪمبي تي چڙهي، هن جي اڌ ۾ ٽنگيل ساهمي جي ٻن پڙن ۾ هر هڪ پير رکي، هيٺ پاڻي ۾ نهاريندو، متي ڪاٺ جي ڦرندڙ مڇي جي اک ۾ تير جو نشان چٽيندو تنهن سان درپدي جي شادي ٿيندي.

۲۴. دروپدي جي سويمور ۾ شري ڪرشن اوڌو ذريعي پانڊون کي نياپو موڪلي، برهمڻ جي پوشاڪ ۾ گهرائي ورتو. سويمور ۾ ڪيئن تير انداز آيا هئا. راجا جڙا سنڌ تہ دروپدي کي اغوا ڪرڻ جو منصوبو بنايو هو پر شري ڪرشن هن جي آڏو آيو. جڏهن ڪرڻ ميدان ۾ آيو تڏهن دروپدي هن کي قبولڻ کان انڪار ڪيو.

جڏهن دريوڌن ميدان ۾ آيو تڏهن ڀيم وڏا وڏا ٺهڪ ڏيئي هن کي حيران ۽ پريشان ڪري واپس وڃڻ تي مجبور ڪيو. **آخر ارجن** ميدان ۾ آيو ۽ ڪامياب ٿيو. اتي ويٺل راجائن مٿس حملو ڪرڻ جو سوچيو ته ڀيم هڪ وڏو وڻ ٽوڙي ميدان ۾ لٿو ۽ ارجن به ڌنش جي ٽنڪار ڪئي. ٻلرام به هڙموسل کڻي مدد لاءِ آيو، تنهن ڪري دشمنن جي همت هار جي ويئي.

۲۵. ارجن کي حاصل ڪري دروپد درشٽ ڌيمن، دروپدي ۽ سڪنڍي سرها ٿيا. پنجئي پانڊو دروپدي کي ساڻ ڪري ڪنتي ڏي ويا ۽ گهر جي ٻاهران دروپدي کي ڇڏي ڪنتي، کي چيائون ته هڪڙي شيءِ کڻي آيا آهيون، تنهن تي ڪنتي وراڻيو ته پاڻ ۾ برابر ورهائي کڻو. اها ڳالهه پانڊون لاءِ حڪم هئي پر هڪ ناري کي پنج ڄڻا ڪيئن ورهائين اهو سنگين ڏارمڪ مسئلو پيدا ٿي پيو. آخر ويدوياس فيصلو دروپدي تي ڇڏيو، جنهن سوچي ويچاري فيصلو ڪيو ته **ڪنتي جي** حڪم جي تعميل ڪئي وڃي. دروپدي چيو ته هو هر پانڊو جي واري واري هڪ سال زال ٿي رهندي ۽ پتي بدلائڻ وقت هو **چانداراڻ ورت (اگني اشنان)** ڪندي. هن فيصلي سبب پانڊون ۾ پريم وڌيو ۽ دروپدي جي به عزت ٿي. تنهن زماني ۾ ڪٿي ڪٿي اهڙو رواج هلندڙ هو.

۲۶. دروپدي کي حاصل ڪرڻ وقت پانڊون جي ظاهر ٿيڻ تي جڏهن ڀيشم پتامهه کي انهن جي زنده هجڻ جي خبر پيئي، تڏهن ڌر تراشٽر کي انهن کي گهرائڻ لاءِ زور ڀريو. ڌر تراشٽر به مجبوراً انهن کي گهرائي سندن آجيان ڪئي. پر دريوڌن ناراض رهيو.

۲۷. شري ڪرشن جي وچ پوڻ تي ڪورون پانڊون کي **کنڊو پرسٿ** نالي هڪ ويران ۽ جهنگلي علائقو ڏنو جيڪو ڪرشن جي چوڻ تي پانڊون قبول ڪيو. پانڊون کي خزاني جو به هڪ حصو مليو.

۲۸. شري ڪرشن جي مدد سان پانڊون کنڊو پرسٿ کي اندر

پرست ۾ تبديل ڪري ڇڏيو ۽ هتي ڪيترائي ڏرمي شخص همستناپور مان لڏي اچي آباد ٿيا. شري ڪرشن جي صلاح سان يڌشٽر اشوميڌ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن لاءِ ارجن گهوڙي سان گڏ روانو ٿيو ۽ سهديو دوست راجائن کي دعوت ڏيڻ لاءِ. ويدوياس رشي منين کي گهرائي يگيه جي تياري ۾ لڳي ويو. راجا دروپد ۽ يادو به مدد لاءِ پهچي ويا. شرم بچائڻ لاءِ دريوڌن به پنهنجي ٽولي سان آيو آخر اهو يگيه سک شانتي سان ختم ٿيو، پر دريوڌن جو حسد پانڊون خلاف وڌي ويو.

۲۹. پانڊون جي اشوميڌ يگيه جي ڪامياب بعد ويدوياس هڪڙي پاسي يڌشٽر کي ڪوٺي وچي ٻڌايو ته مستقبل ۾ ڪورون سان لڙائي لازمي آهي جنهن ۾ تمام گهڻي رت ڇاڻ ٿيندي. پر يڌشٽر فيصلو ڪيو ته هو لڙائي کي هر صورت ۾ ٽاريندو.

۳۰. پانڊون کي اندر پرست کان محروم ڪرڻ لاءِ شڪني جي صلاح سان دريوڌن يڌشٽر کي **چوپڙ راند** جي دعوت موڪلي. يڌشٽر کي هڪدم ويدوياس جي اڳڪٿي ياد آئي، تنهن ڪري باوجود ڀائرن جي مخالفت جي هن دعوت قبول ڪئي.

۳۱. چوپڙ جي جوئا کان اڳ يڌشٽر لڪي وڃي ڀيشم سان مليو ۽ ڪانئس وچن ورتو ته هو انهيءَ راند ۾ ڪابه مداخلت نه ڪندو. هن ريت شڪني ٺڳي سان راند ڪري يڌشٽر کان دروپدي سميت سڀ ڪجهه کٽي ورتو. پانڊون کي بيعزت ڪرڻ لاءِ سندن هٿيار کسيا ويا ۽ دروپدي کي به گهڻو بيعزت ڪيو ويو. پر شري ڪرشن جي مدد سان دروپدي جي عزت رهجي ويئي راند بعد ۾ ڀيشم پتامهه جي زور پرڻ تي ڌرتراشٽر پانڊون کي سندن هارايل مال واپس ڪيو. انهيءَ ڳالهه کان ناراض ٿي دريوڌن ڌرتراشٽر کي پانڊون سان ٻيهر جوئا ڪرائڻ لاءِ آماده ڪيو، تنهن ۾ به يڌشٽر هارايو ۽ کين **۱۲سال بنواس مليو** ۽ تيرهون سال انهن کي گپت واس ۾ گذرائڻو هو. جي ڪڏهن گپت واس لڪي ظاهر ٿي پيو ته اهو بنواس جو مدو ٻيهر دهرائڻو هو.

٣٢. چاڪاڻ تہ پانڊو ڌرم تي هئا تنهن ڪري انهن جا حوصلا بلند هئا. بنواس جي دوران انهن کي ڪافي تجربا ٿيا. ڀيم سين هڪ راڪشس کي ماري ڳوٺ وارن کي آفت کان نجات ڏياري. يڌشٽر يڪش جي سوالن جا جواب ٻڌائي ڀائرن کي جيئرو ڪرايو. ڄئدرٿ دروپدي کي اغوا ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. سراپ لاءِ دريوڌن جي موڪليل درواسا رشي کان شري ڪرشن پانڊون کي بچايو ڀيم سين جي هنومان سان ملاقات ٿي. ارجن ديولوڪ مان ڌنر وديا سکڻ بعد مهاديو کان "پاشوپت استر" حاصل ڪيو. انهيءَ عرصي ۾ پانڊون ڪيترن ئي تيرٿن ۽ آشرمن جي بہ ياترا ڪئي.

٣٣. ويدوياس جي صلاح سان پانڊون گپت واس جو سال راجا ورات جي ملڪ ۾ گذاريو. سڀني پنهنجا نالا ۽ ڪپڙا مٽائي الگ الگ وقت تي ورات راجا وٽ پهتا. يڌشٽر پاڻ کي ڪنڪ ظاهر ڪري ورات راجا سان چوپڙ راند ساٿي بڻيو. ڀيم راجا جو بورچي ٿيو. ارجن راجڪماري آترا کي ناچ سيکارڻ لڳو دروپدي مهارائي کي هار سينگار ڪرائڻ لاءِ مقرر ٿي. نڪل ۽ سهديو راجا جي مال جي سنڀال ڪرڻ لڳا.

٣٤. ورات راجا جو سالو ڪيچڪ دروپدي تي بد نظر رکڻ لڳو، تنهن کي نڳي سان مساڻ ۾ گهرائي ڀيمسين ماري ڇڏيو.

٣٥. جڏهن ئي گپت واس جو ١٣ سال شروع ٿيو، ڪورون جاسوس موڪلي پانڊون جي تلاش شروع ڪئي آخر انهن کي متسيہ نگري ۾ شڪ پيو، تنهن ڪري ڪورون متسيہ نگري تي ڀرپور حملو ڪيو ۽ هڪ طرف کان سڀ ڍور ڪاهي ويا. ورات راجا فوج وٺي مقابلي لاءِ انهيءَ طرف ويو تہ ڪورون ٻي طرف کان بہ حملو ڪري ڇڏيو. تڏهن سئرندي (دروپدي) جي چوڻ تي راجڪمار اتر ارجن کي سارٿي بنائي مقابلي لاءِ روانو ٿيو، پر ڪورون جي فوج ڏسي واپس ڀڄڻ لڳو، تنهن تي ارجن هن کي زبردستي رٿ ۾ ويهاري ساڻ ڪوٺي

ويو. جتان ارجن پنهنجا لڪايل هٿيار ڪڍي راجڪمار کي پنهنجي سڃاڻپ ڏني. تڏهن راجڪمار خوش ٿـي ارجن جو سارٿي بڻيو. ارجن ڪورون جي سامهون اينديئي ٻـ تير هڻيا جن مان هڪ ڀيشم پتامهه جي پيرن تي ڪريو ۽ ٻيو درونا چاريہ جي. تنهن بعد ارجن ٻيون تير هڻيو جو دروڻا چاريہ جي ڪن وٽان آواز ڪندو ويو. اهو گرو کان لڙائي ڪرڻ جي اجازت وٺڻ واسطي هو. تڏهن ڪورون حساب لڳايو ۽ خبر پيئن تہ گپت واس جو سال بہ ختم ٿي چڪو آهـي. پوءِ مقابلو شروع ٿيو. ارجن سنموهن نالي ٻاڻ هڻي پوري ڪورو سينا کي بيهوش ڪري ڇڏيو ۽ راجڪمار کـي چيو تہ انهن جا سهڻا ڪپڙا اترا جي ڳڏين واسطي لاهي اچي. ايئن راجڪمار اتر جي ڪاميابي ٿي ۽ هـو ارجن جا ڏور مڃيندو واپس موٽيو.

٣٦. **راجڪمار اتر** جـي فتح جو ٻـڌي ورات راجا خوش ٿـي سندس ساراهہ ڪرڻ لڳـو ، پـر يـڌشٽر اصل ڳالهہ کان واقف هـو ، تنهن ڪري هو بجاءِ اتر جي هن جي سار ٿي جي تعريف ڪرڻ لڳو. تنهن تي راجا يڌشٽر کي ڏڪ هنيو ۽ هن جي ڳل مان رت وهڻ لڳو. يڌشٽر دربان کي چئي ڇڏيو هو تہ راجڪمار جي سارٿي کي اندر نہ اچڻ ڏي، ڇاڪاڻ تـہ هن کي خبر هئي تـہ ارجن يڌشٽر جـي بيعزتي جو بدلو وٺندو. جڏهن ٿي راجڪمار محل اندر گهڙيو تڏهن يڌشٽر جي جي پيرين پيو. پوءِ راجا کي پوري ڳالهہ کان آگاهہ ڪري ٻـڌايو تہ ڪنڪ **بذات خود يڌشٽر** آهي.

٣٧. جڏهن ورات راجا کي پانڊون جي خبر پيئي تڏهن انهن کي عزت سان گهرائي، معافي ورتي، راجڪماري **اترا** جـي شادي ارجن جي پٽ **اڀيمنيو** سان ڪئي.

٣٨. تيرهن سال جـي سزا ڪاٽڻ بعد پانڊون شـري ڪرشن جـي معرفت ڪورون کان پنهنجو حق گهريو. ۽ ڪورون جي انڪار تي شري ڪرشن جنگ جو اعلان ڪيو.

٣٩. **مهاڀارت جي جنگ** ۾ ڪورون طـرف ١١ اکوهيڻون فوج هئي تہ پانڊون طرف ٧ اکوهيڻون = پراڻي فوجي ٽڪڙي.

۴۰. اها لڙائي بلڪل ڌرمي قانون مطابق لڙي ويئي، تنهن ڪري هن کي ڌرم يڌ ڪوٺبو آهي. سج اڀرڻ سان لڙائي شروع ٿيندي هئي ۽ سج لهڻ تي بند. رات جو هڪ ٻئي وٽ ڪورو ۽ پانڊو ايندا ويندا هئا. پنهنجي برابري واري سان للڪار ڪرڻ بعد وڙهندا هئا. ٻن وڙهندڙ جوڌن جي وچ ۾ ٽيون ڪونه پوندو هو. تلوار واري سان تلوار وارو ته گدا واري سان گدا وارو لڙندو هو.

۴۱. ڀيم سين قسم کنيا هئا ته ڌرتراشٽر جي سيني ڀٽن کي هو ماريندو، در يوڌن جون رانون ڀڃندو ۽ دشاشن جو رت نه صرف پاڻ پيئندو پر دروپدي جا وار به هن سان ڌوئيندو.

۴۲. هي لڙائي ۱۸ ڏينهن جاري رهي جنهن ۾ صرف ۹ ڄڻا بچيا يعني پنج پانڊو، شري ڪرشن، ساتيڪي، اشوٿاما ۽ ڪرپا چاريه هن ۾ دروپدي جا پنج پٽ، ۽ ابين ملو ۽ گهتو تڪچ به مارجي ويا.

۴۳. هن لڙائي ۾ پانڊون جو هڪڙوئي سپهه سالار رهيو يعني درشٽ ڌيمن، پر ڪورون جا هڪ ٻئي پٺيان ٿيا ڀيشم، درن، ڪرڻ، شليه ۽ اشوٿاما سپهه سالار مقرر ٿيا.

۴۴. ڪرڻ کي پيدائشي طور زرهه ۽ ڪنڊل پاتل هئا، جيڪي اندر ديوتا دان ۾ وٺي هن کي هڪ اهڙو تير ڏنو جيڪو ڪڏهن به ناڪام نه وڃي. ڪرڻ اهو تير ارجن کي مارڻ لاءِ رکي ڇڏيو هو. ڪرڻ کي سندس گرو پرسرام سراپ ڏنو هو ته لڙائي ۾ ڪيس ڏنل تعليم وسري ويندي.

۴۵. ڪرڻ کي راڌا پاليو هي هڪ هوشيار تير انداز هو. هن جو اصل نالو هو واسونيا، در يوڌن هن کي ارجن جي خلاف لڙائي واسطي، انگ ديش جو راجا بنائي، دوستي ڪئي. ڪرڻ نه هجي ها ته لڙائي به نه لڳي ها. ڪرڻ پانڊون جو ڀاءُ هو.

۴۶. سکنڊي کي اڳيان بيهاري ارجن ڀيشم پتامهه کي زخمي ڪري هيٺ ڪيرايو. تنهن وقت رشين اچي ڀيشم کي ٻڌايو ته هن وقت سج دکشڻاين ۾ آهي تنهن ڪري مرڻ بهتر ڪونهي.

پيشمر انهي ڪري ۵۸ ڏينهن وڏيڪ زنده رهيو. هن ڏهه ڏينهن لڙائي ڪئي.

۴۷. پيشمر کي ويهاڻي جي ضرورت پيئي ته ارجن تي تير زمين ۾ هڻي ويهاڻو ناهي ڏنو. هن کي پاڻي جي ضرورت پيئي ته ارجن زمين ۾ تير هنيو ته پاڻي ڦوهارو ڪري نڪتو.

۴۸. درٿا چاريه جو سندس پٽ اشوٿاما ۾ گهڻو موهه هو. پر اشو ٿاما کي مارڻ مشڪل هو. دروٿا چاريه کي به جيتڻ مشڪل هو. هڪ منصوبي تحت ڀيم اشو ٿاما نالي هڪ هاٿي کي ماريو تنهن تي پانڊو سينا اهو هلايو ته اشو ٿاما مري ويو. دروٿا چاريه هن ڳالهه جي خاطري ڪرڻ لاءِ يڌشٽر کان پڇيو تنهن چيو ته برابر اشوٿاما مري ويو آهي. پر انسان نه هاٿي. پر پانڊو سينا ايترو گوڙ ڪيو جو آخري جملو درٿا چاريه ٻڌي ڪونه سگهيو. ڏک سبب درٿا چاريه هٿيار ڇڏي سماڌي ۾ ويهي رهيو، تنهن تي درشٽ ڏيمن تلوار سان سر اڏائي ڇڏيو.

انهيءَ ڪري ارجن درشٽ ڏيمن سان ناراض ٿيو، پر شري ڪرشن مهني کي سمجهائي شانت ڪيو.

۴۹. ڪورون هڪ ڀيرو رات جو اوچتو حملو ڪيو، تنهنڪري ڀيم پنهنجي پٽ گهٽو تڪچ کي مقابلي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. گهٽو تڪچ ايترو سخت مقابلو ڪيو جو ڪورون کي جند ڇڏائڻ مشڪل ٿي پيئي. مجبوراً ڪرڻ گهٽو تڪچ تي اندر جو ڏنل باڻ هنيو، جيڪو هن ارجن لاءِ سنڀالي رکيو هو. باڻ لڳنديئي گهٽو تڪچ گذاري ويو ۽ ڪورو فوج جان بچائي هلي ويئي.

۵۰. ڪورون هڪ ڏينهن ارجن کي لڙائي جي ميدان مان پري ڪيو ويا ۽ پنيان ڏنگي سان گڏجي اڪيلي ابيمنيو کي ماري ڇڏيو. ارجن کي جڏهن هن ڳالهه جي خبر پيئي تڏهن هن قسم کنيو ته ٻي ڏينهن جي ڪڏهن هن جئدرٿ کي نه ماريو ته آپ گهات ڪندو. ٻئي ڏينهن ڪورون جئدرٿ کي ارجن کان پري رکيو ۽ لڙندي لڙندي سج به لهي ويو. ارجن ٿڪيا ناهي پاڻ جلائڻ لاءِ تيار

تيو ۽ جمدرٿ بہ آئي پهچي ويو. انهي وقت سج وري ظاهر ٿي پيو. يڪدم ارجن تير هڻي جمدرٿ کي ختم ڪري ڇڏيو.

۵۱. شليه جيڪو نڪل ۽ سهديو جو مامو هو، جنهن کي دريوڌن ڏڳي سان پنهنجي پاسي ڪيو هو تنهن کي ڪرڻ پنهنجو سارٿي مقرر ڪيو. رات جو پاندون وڃي شليه کي عرض ڪيو تہ ڪرڻ ۽ ارجن جي لڙائي دوران هو ڪرڻ کي ڇيڙائيندو رهي. ٻي ڏينهن ارجن ۽ ڪرڻ جو سخت مقابلو ٿيو. شليه بہ پنهنجو ڪم ڏيکارڻ لڳو. ڪرڻ جو پلو ڀاري هو. ايتري ۾ ڪرڻ جي رٿ جا ڦيٿا خون ۾ ڦاسي پيا. جڏهن ئي ڪرڻ ڦيٿن کي ٻاهر ڪڍڻ لڳو، شري ڪرشن جي زور ڀرڻ تي ارجن ڪرڻ کي ماري ڇڏيو ۽ هن مان روشني جي هڪ ڌارا نڪري سج ۾ گهڙي ويئي.

۵۲. ڪرڻ جي مرڻ بعد دريوڌن شليه کي سينا پتي مقرر ڪيو، تنهن کي پاندون آساني سان ماري ڇڏيو. ايترن ڏينهن ۾ ڀيم بہ دريوڌن جا ۹۹ ڀٽ ماري چڪو هو.

۵۳. شليه جي مرڻ بعد دريوڌن اشوٿاما کي سينا پتي مقرر ڪيو. اشوٿاما نارايڻ استر ڇوڙيو، جنهن جي ارجن کي بہ خبر ڪانہ هئي. شري ڪرشن جي چوڻ تي پاندو سينا هٿيار ڦٽ تي رکي نارايڻ ڀڳوان جو ڌيان ڪيو تنهن تي نارايڻ استر بنا ڪنهن نقصان جي واپس هليو ويو.

۵۴. اشوٿاما جي سپهہ سالار ٿيڻ وقت ڪورو سينا بہ باقي ٿوري بچي هئي. دريوڌن بہ هار تسليم ڪري ڀڄي وڃي هڪ تلاءُ ۾ پناه ورتي. اشوٿاما تنهن ڪري رات جي وقت پاندون جي تنبن کي باهہ ڏني جنهن سبب دروپدي جا پنجئي پٽ سڙي مري ويا. ۽ اشوٿاما بہ ڀڄي ويو.

۵۶. آخر ۾ پاندون اشوٿاما کي وڃي پڪڙيو. هن جي گرو پٽر هئڻ سبب ڪيس جان کان ڪونہ ماريو پر سيني ۾ پيدل مٽي ڪڍي ورتائون، تنهن ڪري هو بدصورت ٿي پيو.

٥٧. پانڊون جي فتح بعد **يڌشٽر هستناپور** جو راجا ٿيو. ڌر تراشٽر، **ڪنتي ۽ گانڌاري** سنياس وٺي بنواس هليا ويا، جتي جهنگ کي باهه لڳڻ سبب جاءِ مري ويا.

٥٨. يڌشٽر کي راڄ جو ڪاروبار هلائڻ ۾ ڪجهه مونجهارو ٿي رهيو هو، تنهن ڪري شري ڪرشن کيس **ڀيشم پتامه** وٽ ڪوٺي ويو، جنهن هن کي **راڄ نيتي** کان علاوه سناتن ڌرم جي به تعليم ڏني، جيڪا مهاڀارت جي شانتي **پروا** ۾ ڏنل آهي.

٥٩. جڏهن ته پانڊون جي دل هن دنيا ۾ نٿي لڳي تنهن ڪري **پريڪشت** کي راڄا بنائي دروپدي سميت پنجئي **پانڊو هماليه** ڏي هليا ويا.

٦٠. هماليه جي سفر ۾ پانڊون سان گڏ هڪ ڪتو به هو. واٽ تي پهرين دروپدي ڪري مري وئي، سهديو پڌايو ته هو ارجن سان وڌيڪ بريم ڪندي هئي تنهن ڪري مئي آهي. ائين هڪ هڪ ٿي سواءِ يڌشٽر ۽ ڪتي جي سڀ مري ويا. يڌشٽر جي هٿ جي ڏسڻ آنگر ڳري وئي تنهن تي سهديو پڌايو ته يڌشٽر لڙائي ۾ هن آنگر سان **اشوتاما** ڏي ڪوڙو اشارو ڪيو هو.

٦١. جڏهن يڌشٽر ۽ ڪتو ڪيلاش تي پهتا تڏهن يمراج جا دوت کين ڪوٺڻ لاءِ آيا. انهن جي چوڻ تي يڌشٽر منش ديهه جو تياڳ ڪيو، پر ڪتي کي ڇڏي اڪيلو سرڳ وڃڻ کان انڪار ڪيو. تڏهن ڪتي پنهنجو نج روپ يعني ڌرمراج جو اختيار ڪري يڌشٽر کي واڌايون ڏنيون. مقصد ته انسان سان گڏ هن جو ڌرم ئي هلندو آهي.

٦٢. سرڳ لوڪ ۾ يڌشٽر ڪورون کي موجود ڏٺو پر پانڊون سان ڪوبه ڪونه هو، جن لاءِ پڌايو ويو ته آهي نرڪ ۾ آهن، تنهن ڪري يڌشٽر سرڳ کي ٺڪرائي نرڪ ۾ پنهنجن ڀائرن وٽ ويو. مقصد ته سرڳ ۽ نرڪ ۾ به موهه موجود رهي ٿو. يڌشٽر اڌ ڪوڙ

ڪپالھايو ھو تنھن ڪري ڪيس ٿوري دير لاءِ نرڪ وڃڻو پيو . پڌشٽر چند ساعتن لاءِ نرڪ ۾ رھيو ، تنھن بعد پانڊون سميت سرڳ ۾ پھتو.

٦٣. گيتا جي ۾ ڪل ١٨ ادياءِ ۽ ٧٠٠ شلوڪ آهن ، جن مان هڪ ڌرتراشٽر جي واتان آهي، ٤١ سنجئہ جي واتان ٨٤ ارجن جي ۽ ٥٧٤ شري ڪرشن جي ، گيتا جي جا پهريان ٦ ادياءِ ڪرم جي باري ۾ آهن ۽ مها واڪيہ "تت تـوم اسي" جـي تـوم جـو ويا کيان ڪن ٿا، ۽ آخري ٦ شلوڪ گيان جي باري ۾ آهن ۽ تت ۽ توم جو نروپن ڪن ٿا. ١٨ ادياءِ جو شلوڪ نمبر ٦٦ چرم شلوڪ ڪوٺجي ٿو.

٦٤. راجا پريڪشت، جنهن چمڻ کان اول، گرڀ اوستا ۾ پرماتما جو درشن ڪيو هو ، سو هڪ نهايت ئي ڌرماتما ۽ طاقتور راجا ثابت ٿيو . هن جـي دور ۾ ئي ڪل يگ شروع ٿـي چڪو هو ، پر راجا پريڪشت ڪل يگ کي ظلم ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو ، تنهن ڪري ڪل يگ به موقعي جي تلاش ۾ هو.

٦٥. هڪ ڀيرو راجا پريڪشت تاج پائي شڪار لاءِ ويو . موقعو غنيمت ڏسي ڪل يگ پنهنجي ڪاروائي شروع ڪري ڏنـي . راجا پاڻي پيئڻ لاءِ هڪ آشرم ۾ ويـو ، جتي رشي ڌيان ۾ لڳل هو . راجا ڪل يگ جـي وس ٿـي، سمجهيو تـہ رشي پاڻي نہ پيارڻ خاطر بهانو ڪري ڌيان رچايو آهي، تنهن ڪري راجا هڪ مئل نانگ رشي جي ڳلي ۾ وجهي هليو ويو. هن رشي جي پٽ جڏهن پتا جي بي عزتي ڏٺي تـہ راجا کـي سراپ ڏنـو تـہ ستين ڏينهن نانگ ڏنگڻ سبب راجا جو موت ٿيندو.

٦٦. جڏهن رشي کـي اهڙي سراپ جي خبر پيئي ، تـڏهن هن هڪدم راجا کـي آگاهہ ڪيو. تـڏهن راجا پنهنجي پٽ جنمي جيہ کـي راج تلڪ ڏيئي آخرت سـڌارڻ لاءِ بنواس هليو ويـو . آتـي سکديو مني اچي هن کي ڀاڳوت جو امرت روپي گيان ڏنو. ستين ڏينهن تکش نانگ هڪ ڪيئين جي شڪل ۾ اچي راجا کي ڏنگيو ۽ راجا مري ويو.

٦٦. جڏهن تہ تکشڪ نانگ راجا جو علاج ڪرڻ لاءِ ايندڙ هڪ وئديہ کي لالچ ڏيئي موٽائي ڇڏيو هو، تنهن ڪري راجا جنمي جيہ هڪ وڏو يگيہ ڪرايو، جنهن ۾ سڀ نانگ اچي جلڻ لڳا. آخر برهما جي اچي جنمي جيہ جو ڪروڌ شانت ڪري، اهو يگيہ بند ڪرايو.

٦٧. دروپدي جا پنج پٽ هئا. يڌشٽر مان پرتي ونڌيا پيم مان شروت سوما، ارجن مان شرت ڪرما، نڪل مان شتنا نيڪا، ۽ سهديو مان شرت سينا.

٦٨. يڌشٽر جي ٻي زال جو نالو هو ديويڪا جيڪا شيبيا جي ڌيءِ هئي.

٦٩. ڀيم سين جي ٻين زال هئي سشرما جيڪا ڪاشي راج جي ڌيءِ ۽ ڀانومتي جي ڀيڻ هئي.

٧٠. دروپد، دروڻا چاريہ کي مارڻ واسطي هڪ يگيہ ڪرايو، جنهن مان درشٽ ڏيمن ۽ ڪرشنا (دروپدي) پيدا ٿيا. ڪرو کيتر جي لڙائي ۾ دروپد کي دروڻا چاريہ ماريو ۽ دروڻا چاريہ کي درشٽ ڏيمن.

٧١. ڌر تراشٽر جو پٽ وڪرڻ ڌرماتما هو، هن دريوڌن جي هر ڳالهہ ۾ مخالفت ڪئي ۽ پاندون جي طرفداري، هن کي مارڻ وقت ڀيمسين روئي ڏنو.

٧٢. پرسرام ۽ اگني ويشيہ، دروڻا چاريہ جا شاگرد هئا.

٧٣. اشوتاما ڀيشم ۽ ڪرپا چاريہ، چرن جيوي آهن. ڪرپاچاريہ راجا پريڪشت جو گرو هو.

٧٤. ارجن، کانڊو بن کي ساڙڻ وقت اگني ديوتا جي مدد ڪئي هئي، تنهن کيس مضبوط رٿ انعام ۾ ڏنو.

٧٥. گندرو راجا چتر رٿ، ارجن کي ١٠٠ اڇا گهوڙا ڏنا هئا، جيڪي سرڳ لوڪ ۾ وڃي سگهيا ٿي. باوجود انهن مان ڪن جي مرڻ ٿي، انهن جو تعداد نٿي گهٽيو.

٧٦. ارجن جي رٿ جو جهنڊو هڪ يوجن ڊگهو هو، مٿس هنومان جي مورتي نهيل هئي. آهو وٺن ۾ نتي اٽڪيو.

٧٧. مهاڀارت جي لڙائي ختم ٿيڻ شرط ارجن جو رٿ گهوڙن سميت خاڪ ٿي ويو.

٧٨. ڪرو ڪيتر جي لڙائي کان ڪافي عرصو بعد، ارجن، شري ڪرشن کي گيتا جو گيان ٻيهر ٻڌائڻ جي فرمائش ڪئي. پر ڪرشن وراڻيو ته مناسب يوگ نه هجڻ سبب هو نٿو ٻڌائي سگهي.

٧٩. ارجن نوان هٿيار ناهڻ ۾ ماهر هو.

٨٠. ويد وياس پوري ڀارت ۾ ڌرم ڦهلايو. هو سڀ زبانون ڄاڻندو هو.

٨١. ويد وياس شر تين جي حوالي ويدن کي ڪتابي صورت ڏيڻ جو ڪم پورو ڪيو.

٨٢. ويد وياس نه صرف مهاڀارت جوڙيو پر سڀ پراڻ ۽ ٻيا گرنٿ به ناهيا. در حقيقت هن وقت جيڪو به شاسترن جو ذخيرو آهي، اهو سڀ ويد وياس جي ئي ڪوشش جو نتيجو آهي. ويدانت ۽ برهم سوتر به ويد وياس ناهيا آهن.

٨٣. ميمانسا جو مصنف جئمني ويد وياس جو شيش هو.

٨٤. مهاڀارت ۾ اٽڪل ٨٨٠٠ شلوڪ اهڙا آهن، جن جي معنيٰ ڪافي ڪُجهي آهي.

٨٥. هستناپور اهو شهر آهي جيڪو اڄ ڪلهه دهلي ڪوٺجي ٿو.

٨٦. هستنا پور تي پانڊو خاندان جي حڪومت اٽڪل ٥٠٠ سال رهي.

٨٧. گڊا ڪيش جي معنيٰ آهي ننڊ کي کٽڻ وارو! ارجن ۽ لڪشمڻ گڊا ڪيش هئا.

٨٨. لڙائي جي ميدان ۾ دشمن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ فوج جي ترتيب کي "ويوهه". ڪوٺبو آهي.

٨٩. ڪرو ڪيتر جي لڙائي ختم ٿيڻ بعد شري ڪرشن پانڊون کي ڪرڻ جي حقيقت ٻڌائي جلانجلي ڏياري.

٩٠. سنجيه هستناپور ۾ ويهي لڙائي جو حال ڏسندو رهيو ۽ ڌر تراشٽر کي ٻڌائيندو رهيو.

٩١. مهاڀارت ۾ ١٨ اڌياءِ آهن. گيتا ۾ به ارڙهن اڌياءِ آهن. ڪرو ڪيتر جي جنگ به ١٨ ڏينهن جاري رهي.

# يکيہ ۽ يڌشٽر جا سوال جواب

١. هڪڙي ڏينهن هڪ هرڻ، پاندون جي ويجهو رهندڙ هڪ تپسويءَ جي ارڻي (باهہ ٻارڻ جو ڪاٺ) پنهنجي سڱن ۾ اٽڪائي ڀڄي ويو. آن تپسويءَ جي عرض تي پنجئي پاندوُ آن هرڻ جي پنيان ڊوڙيا پر ڪيس پڪڙي نہ سگهيا. ڊوڙندا ۽ سهڪندا هو ٿڪجي پيا ۽ هڪ گهاٽي جهنگل ۾ اچي پهتا ۽ هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ اچي ويٺا، اُڃ بہ کين سخت ستايو هو تڏهن يڌشٽر نڪل کي چيو:- پيارا! پريان ٻڌڪن ۽ ٻگهہ پکين جا آواز ٻڌائين ٿا تہ آتي ضرور پاڻي هوندو. تون ترڪش ۾ سيني لاءِ پاڻي پري اچ!

٢. نڪل ويو تہ هڪ نرمل تلاوَ جي ڪناري اچي پهتو. هو خوش ٿي پاڻي پيئڻ لڳو تہ هڪ غئبي آواز ٻڌڻ ۾ آيس تہ:- نڪل! هيءُ تلاءُ منهنجو آهي. تون پهريائين منهنجي سوالن جا جواب ڏيئي ڪانسواءِ پاڻي پيئندين تہ مري ويندين.

نڪل عجب ۾ پرجي هيڏانهن هوڏانهن نهاريو پر ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيس. هنکي اُڃ ستائي رهي هئي. هن پاڻي پيئڻ شروع ڪيو مس تہ مري ويو. هوڏانهن نڪل کي موٽڻ ۾ دير ٿي تہ يڌشٽر، سهديو کي موڪليو. سهديو تلاوَ جي ڪنني تي پنهنجي ڀاءُ کي مئل ڏٺو تہ ڏاڍو ڏک ٿيس. خيال ڪيائين تہ پاڻي پي اها ماجرا وڃي ڀائن کي ٻڌايان، پر هن بہ اچا پاڻيءَ ۾ هٿ وڌو تہ ساڳيو آواز ٻڌائين جيڪو هن بہ اڻ ٻڌو ڪري پاڻيءَ ۾ هٿ وڌو مس تہ نڪل وانگر پٽجي رهيو. ارجن آيو تہ هن جو بہ ساڳيو حال ٿيو. ڀيم اچي پنهنجي ننهي ڀائرن کي مئل ڏٺو تہ ڪروڌ ۽ اچرج ۾ پرجي ويو. هن بہ ساڳيو غئبي آواز ٻڌو تہ چيائينس:- پٽ ماءُ جا! گيدين وانگر لڪي ڇو ٿو ڳالهائين؟

موتکي تنهنجي پرواه ڪانهي. هجيئي همت ته نڪري نروار ٿي؛ ته تنهنجي سوالن جو جواب هن گدا کان ڏياريانءِ.

۳. ائين چئي پيمسين به ڪن لاڏار ڪري پاڻي پيئڻ شروع ڪيو ته ڍيري ٿي ڪري پيو. ڀائرن جي نه موٽڻ ڪري يڌشٽر جي دل گاٽون ماٽون ٿيڻ لڳي. آج ۽ انتظاريءَ ۾ هو به بيحال پريشان ٿي تلاءُ جي ڪناري تي آيو ۽ چئني ڀائرن جا لاش ڏسي دهلجي ويو. هن به اچا پاڻيءَ ۾ هٿ وڌو ته ساڳيو آواز آيس ته هن پاڻي نه پيتو ۽ پڇيائين :- تون ڪير آهين؟ مان تنهنجو پاڻي تنهنجي موڪل بنا نه پيئندس ۽ پنهنجي سمجهه موجب تنهنجي سوالن جا جواب ڏيندس.

۴. آواز آيو :- يڌشٽر، مان هڪ يڪيم آهيان. ٻڌاءِ ته منش ودوان، وڏيءَ پدويءَ وارو، مترن ۽ مددگارن وارو ۽ علقمند ڪيئن ٿيو آهي؟

يڌشٽر وراڻيو:- ماڻهو گروءَ ۽ گرنٿن ذريعي علم وارو، اورچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان عهدي وارو، مٺ محبت ۽ صبر سان سچن ساٿين ۽ سنگتين وارو، بزرگن ۽ عقلمندن جي صحبت ۾ سياڻو ٿيو آهي.

يڪيم پڇيو :- اهو ڪير آهي جو علم ۽ عقل، اوج ۽ اقبال، سکي ۽ سمرت هوندي به نياڳو ۽ مثل مثل آهي؟

يڌشٽر چيو :- جيڪو پرماتما، مهمان، ڪٽنب، گهرجائو محتاجن جي سيوا، پيار، پڳتي پاونا نٿو رکي سو جيئندي به مثل مثل آهي.

يڪيم پڇيو :- چا چڏڻ سان سيني جو پيارو ٿيو؟ ڳڻتي لهندي؟ سچي پونجي وڌندي ۽ سک ملندو؟

يڌشٽر چيو :- نڙت سان پيارو ٿبو، ڪاوڙ موهه ممتا ڇڏي ايشور جي شرڻ وڃڻ سان ڳڻتي، لهندي ڪام ۽ آلس ڇڏڻ سان پونجيءَ وارو ٿبو. لوڀ ڇڏي سنتوش ۽ صبر سان سک ملندو.

يکيہ پڇيو:- انسان جو وڏي ۾ وڏو دشمن ڪير آهي؟ ٻي انت بيماري ڪهڙي آهي؟ ڌرماتما ۽ پاپي ڪنهن کي چئجي؟ پرديس ۾ متر ۽ مددگار ڪير آهي؟ ماڻهو جنم ڪري برهمڻ ليکجي ڪهن ڳڻن ڪري؟

يڌشٽر چيو:- ماڻهوءَ جـو وڏي ۾ وڏو ويـري آهـي ڪروڌ، لوڀ ۽ ترشنا جي بيماريءَ جو انت ٿيڻو ئي ناهي. سڀني جيون جـــي ڀلائي ۽ سيوا ڪرڻ وارو ئي ڌرماتما آهي. خود غرض ۽ بي رحم ماڻهو ئي پاپـي آهن. علـم ۽ عقل ئي پرديس ۾ متر ۽ مددگار آهن. براهمڻپڻو جنم تي ناهي، پر ڳڻن ۽ ڪرمن تي آهي.

يکيہ جي سوالن جي جواب ۾ يڌشٽر چيو:- وڏيءَ ذات پات، چالاڪيءَ يا وديا ڪري انسان جو جنم سڪيارٿو نٿو ٿئي پـر پروپڪار، سدا چار ۽ سلڇڻن ڪري هيءُ جنم سڄايو ٿئي ٿـو. وديا ۽ هنر ئي سڀ کان اتم ڌن آهـي. تندرستي وڏي ۾ وڏي نعمت آهي. مٺا ٻول ٻوليندڙ ئي سڀني جو پيارو ۽ سکي رهندو. ڳـڻ ڳوت ڪري ڪم ڪندڙ کـي ڪاميابي ملندي ۽ جيڪو ڌرم يعني سدا چار سان هلندو تنهن کي نيٺ سچو سک ملندو.

٥. وڏيڪ سوالن جـي جواب ۾ هن چيو:- طوفان کان بـہ تيز رفتار من جي آهي. من جي خيالن جو ڪو انت ڪونهي. سلڇڻي زال ئي وڏي ۾ وڏو خزانو، سهارو ۽ ڀڳوان جي بخشيش آهـي. هنر ۽ ڪاريگريءَ سان ڪاميابي ملي ٿي. وڏي ۾ وڏو سک آهي سنتوش. وڏي ۾ وڏو ڌرم آهي ٻين کـي من، وائيءَ ۽ ڪرم سان ڏکي نـہ ڪرڻ. برهم جو گيان ئي وڏي ۾ وڏي ڄاڻ آهي. سچي صفائي آهي من کي شد رکڻ. ٻين جـي نندا ۽ چغليون ڪرڻ ڏاڍي ٻڇڙائپ آهي. لوڀ جو تياڳ ئي سچو تياڳ آهي.

يکيہ پڇيس:- يڌشٽر! سڀ کان وڏو اچرج ڪهڙو آهي؟ ڌرم جو صحيح رستو ڪهڙو آهي؟ وڏي ڳالهہ آهي؟ سڀ کان وڏو

شاهوڪار ڪير آهي؟ انهن سوالن جا صحيح جواب ڏيئي تـون بلاشڪ پاڻي پيءُ !

يڌشٽر چيو:- هر روز ماڻهو پين کي مرنـدو ڏسن ٿا پـر ڪم اهڙا ڪن ٿا جڻ تہ پاڻ سدائين قائم دائم رهڻا آهن. هر ڪنهن کي راه رباني ونڻي ٿي آهـي، اهو ڏسي ڪري بہ ماڻهو ماندائڻ منديندو ٿي رهي ٿـو، انهيءَ کان وڏيڪ حيرت جـي ڳالهہ ڪا ڪانهي.

ڌرم شاستر، گرو، رشي بہ ڪئين ۽ سندن سڌانت جدا جدا گهڻيئي آهن. دليلن ۽ ثابتين حو بـہ انت ڪونهي. ڪير صحيح ۽ ڪير غلط سو بہ چئي نٿو سگهجي. ڌرم جو تت بابت پيچيدو آهي، تنهن ڪري سريشٽ نيڪ انسان جنهن راهہ تـي هلن اهـو طريقو وٺڻ گهرجي.

٠٦ هن مهاموهہ روپي بـرهماند ۾ ڪال پڳوان سيني ساهوارن يـا هڪ هنڌ بيٺلن کـي سـورج روپـي باهہ ۽ رات ڏينهن روپـي ڪانين ۾ رنڌي رهيو آهي، اهائي وڏي وارتا آهي. جيڪو انسان دوست دشمن، گـرمي سردي، سکہ دکہ، گذريل يا آئينده کي هڪ سمان ساڳيوئي ليکيتو سوئي سڀ کان وڏو دولتمند آهي.

نيٺ يکيہ چيس:- يڌشٽر، تـو منهنجي سيني سوالن جا صحيح جواب ڏيئي مونکي پرسن ڪيو آهي. تنهنڪري تون چئني پاٺرن مان جنهن هڪ کي چوين تنهن کي مان جيئرو ڪيان.

يڌشٽر چيس تہ نڪل کي جيئرو ڪر! اهو ٻڌي يکيہ چيس:- يڌشٽر، نڪل کي جيئرو ڪرائڻ مان تـوکي ڪجهہ هڙ حاصل نہ ٿيندو. پيم ۽ ارجن تنهنجا سڳا پاٺر پراڪرمي آهن ۽ انهنجي وسيلي تون وچايل راج بہ هٿ ڪري سگهندين. پوءِ بہ تون نڪل کي ڇا لاءِ ٿو جيئرو ڪرائين؟

يڌشٽر چيس:- مونلاءِ سڳا يا ماٽيلا پاٺر ساڳيا ٿي آهن. پيو

تہ ماڻھوءَ جو بچاءُ ۽ بهبودي پيم ارجن جهڙن جوڌن ذريعي ٿئي ٿي پر ڌرم ڪري ٿئي ٿي.

ڌرم جي رکيا ڪرڻ واري جي ڌرم رکيا ڪري ٿو ۽ ڌرم جي هاڃي ڪرڻ واري کي ڌرم ناس ڪري ٿو. سنسار جي سکن تي ڪو بقاءُ ڪونهي، چئن ڏينهن جو کيلن چٽڪو آهي. انسان سان سندس سداچار ۽ ڌرم ئي ساٿ ڏين ٿا. مان ديا سمان ڀاوَ کي ئي پرم ڌرم سمجهان ٿو. ڪنتي ۽ مادري منهنجون هڪ جهڙيون مائر آهن. ڪنتيءَ جو هڪ پٽ مان جيئرو آهيان تہ مادريءَ جو بہ هڪ پٽ جيئرو هئڻ گهرجي.

يڪيہ چيس:- پٽ! تو پنهنجي فائدي ۽ خود غرضيءَ کان وڌيڪ ڌرم کي اهميت ڏني آهي ۽ پنهنجي ڌرم تي درڙ آهين. مان توتي ڏاڍو پرسن آهيان. تنهنجا چارئي ڀائر جيئرا ٿي اٿن. مان تنهنجو پتا ڌرمراج آهيان ۽ تنهنجي پرک پئي ڪيم تہ ڪهڙي پاليءَ ۾ آهين. هيئنر مون کي خاطري ٿي تہ تون مون وانگر ڌرمراج آهين. توکي جيڪي گهرجي سي مونکان ور گهري وٺ!

يڌشٽر هٿ جوڙي چيو:- پتاجي، اسانجو تيرهون اڳيات واس جو ڏکيو سال سک سان گذري ۽ مان ڪروڌ، لوڀ، موھہ ۽ اهنڪار ۾ نہ ڦاسان ۽ سداچار ۽ ڌرم تي قائم رهان.

ڌرمراج چيس:- تٿاستو! ائين ئي ٿيندو. توهان وراٽ نگر ۾ وڃي اڳيات واس جو ورهيہ گذاريو. تون سدائين ڌرم تي پختو رهندين.

ائين چئي ڌرمراج، يڌشٽر کي رشيءَ جي ارڻي ڏيئي انترڌيان ٿي ويو ۽ چار پانڊو بہ ائين اٿي ويٺا چڻ ننڊ مان جاڳيا هجن. يڌشٽر پنهنجي ڀائرن کي سموري حقيقت ٻڌائي ۽ پوءِ پنجئي آشرم ۾ موٽي آيا ۽ تپسويءَ کي اچي سندس ارڻي ڏنائون.

# نت نيم

هر هڪ هندو جو اهو اهم فرض آهي تہ هو صبح شام - ايشور ۾ من لڳائي دنيوي پر پنچ ڪان آجو ٿي پرماتما جا ڳڻ ڳائي ائين ڪرڻ سان من کي بيحد آنند ۽ شانتي پراپت ٿيندي، من شڌ ۽ پاڪ ٿيندو، منسا ۽ ڀرم ختم ٿيندا - هي انساني جنم ٿوري وقت لاءِ آهي، وري وقت وري نہ ملندو.

آٿ جاڳ مسافر ڀور ڀئي،
اب رين ڪهان جو سوت هئي.
جو سوت هي وہ کو وت هئي،
جو جاڳرت هئي ڦل پاوت هئي.

هيٺ سنڌيا ۽ ايشور مهما جا ڀڄن ڏجن ٿا جيڪي روزانہ صبح شام اچارڻ گهرجن:-

# سنڌيا

## ۱- آچمن منتر:-

اوم شنو ديوي رڀشٽيہ،
آپو ڀو نتو پيت ڀي-شنيو
ريـــي ســرو نـتـو نـہ.

معنيٰ:-

جو شانتي سک ۽ آنند جو ساگر آهي.
جو سيني تي مهر جا بادل وسائي ٿو.
پريو مان بہ اوهان جي شرڻ ۾ آيو آهيان
توهان جي ڪرپا چاهيان ٿو. مون تي بہ مهر جا مينهن وسايو. جيئن مان شانت دل سان، دل جو سڀ مرادون پوريون ڪريان.

### ٣. ڇهين جو منتر:-

اوم واڪ واڪ، اوم پراڻس پراڻس.
اوم چڪشه چڪشه، اوم شرو ترم شرو ترم.
اوم نابه اوم هر ديم، اوم ڪنٺه، اوم شره.
اوم باهو ييام يشو بلم، اوم ڪرتل ڪر پرشٺي.

معني:-

توهين ٻلوان ٻل وارا توهين شڪتي وڌايو ٿا.
توهين هن وشو(سنسار) کي پريو، نيم سان نت هلايو ٿا.
توهان جي ديو مان درتي. آهيان شڪتي جو ابلاشي.
اٿاه شڪتي ، اٿاه طاقت ، اٿاه آنند جو پياسي.
ٻئي ٻلوان مون مستڪ، شهنشاه شاه شڪتي ڏي.
دليري دل ۾ پيدا ٿئي، اها توفيق طاقت ڏي.
هٿن پيرن ۾ همٿ جي جوالا جوت قائم ٿئي.
سلامت ساه جي شڪتي پتا قائم ۽ دائم ٿئي.
ٻلي ٻلوان! ٻل ۽ طاقت پائي هنيلو مان مور نہ ٿيان،
نہ هيٺن کي ڪڏهين سائين، ستائڻ جو وسيلو ٿيان.
وڏي جس ڪيرتي جڳ ۾، اها شڪتي ٿو ٻل چاهيان.
چڱائي لاءِ ٻل گهرجي، ڀلائيءَ ۾ ٿي ٻل لايان.

### ٤. مارجن منتر:-

اومِ ڀوه پنات شرسي ، اوم ڀوه پنات نيتريوه.
اومِ سوه پنات ڪنٺي ، اوم دهه پنات هر دئي.
اومِ جنه پنات ناڀيام ، اوم تپه پنات پاديوه.
اوم ستيم پنات پنه شرسي، اوم ڪم برهم پنات سروتر.

معني:-

پرم پتا پوتر جوتي ، پوتر تا جو پايان دان.
پوتر تا جا اکنڊ ڀنڊار ، پوتر تا جو پايان گيان.

آتما شد بڻجي نرمل، وشيہ واسنا دور رهي.
من مستيءَ ڪان هٽي هتيلو، پوتر ء پر نور رهي.
هٿ هلن اُپڪار (خدمت) ۾ اڳرا، پير هلن سچ تي ست ڌاري.
اکيون نه ڪوئي پاپ ڏسن، تي پوتر تا جون پوڄاري.
پوتر پوتر وچارن وارو مستڪ (نراڙ) ٿئي مهان.
ڪرم وچن ۽ من ۾ پوتر تا، جو پايان پورو گيان.
ساڪي سرجن هار پتاجي، جوتي پوتر ناٿ جلي.
وشو (ڪائنات) سڄي ۾ پوتر تا جي، ڪلي ڪلي هي پتا ڪلي.

## ٥ پراڻايام منتر:-

**اوم ڀوه. اوم ڀوه. اوم سوه، اوم مهه.**
**اوم جنه. اوم تپه. اوم ستيم.**

معنيٰ:-

ست چت آنند روپ اجوني، رکشا وان مهان وڌاتا.
سرشٽي ڪرتا آنند دائي، جڳت پتا جنني جڳ ماتا.
پتت پاون برهمانڊ چينا، نياءَ وارا نرمل ست پندو.
پار برهم پر مشور پورن، دين ديال ڪرپا جا سندو.
اکنڊ اننت آنند ڪرپا، دان دهالو پرت مان پايون.
لوڪ سکي پر لوڪ سهيلو، گيت سدا سکن جا ڳايون.
دوار چڏي دنيا ۾ پيا سپ، شرنا گت مالڪ تو آهيون.
وشهد وڪار هٽي هٿ آيمان، پوتر شڌ، پاڻ بڻايون.

ھلندڙ



پوڄ سوامي هر يچن صاحب
سماڌا آشرم شڪارپور

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَرَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)